٧٨٦

ان اولياء الله لا خوف عليهم ولا هم يحزنون

# پنج گنج خاڪي

رسالو

## ميان خدا بخش فقير "خاڪي" فاروقي درازي



خاڪي فقير جي روضي جو منظر - درازا شريف

مرتب-

**محمد حسن "محسن" لاڙڪاڻوي**

ديرو دراز منهنجو، ساڳي "سچل" سان آهيان
آهيان جي ڪاڻ آهيان، ناهيان جي ڪاڻ ناهيان
"خاڪي"



ان اولياء الله لا خوف عليهم ولا هم يحزنون•



# پنج گنج خاڪي



رسالو

مِيان خدا بخش فقير "خاڪي" فاروقي درازي رح



خاڪي سائين جي روضي مبارڪ جو منظر

قيمت ...

ترتيب ڏيندڙ ۽ شايع ڪندڙ :-

محمد حسن "محسن" لاڙڪاڻوي

(حق واسطا سڀ قائم)


تعداد ٥٠٠ | ڀريون پيرو | سال ١٩٧٢ع

ڇپيندڙ :- محمدي پرنٽنگ پريس لاڙڪاڻو سنڌ.



درازن جي فاروقي خاندان جو شجرو
صاحبڏنو سڳورا ڳي
فاروق اعظم جي ٣٧ پيڙهي
خواجه عبدالحق اول
خواجه صلاح الدين
مياں عبدالوهاب عرف
سچل سرمست
لا ولد
شاهي قبول محمد اول
خواجه اکبر محمد
خواجه نجم الدين
مياں محمد غوث
مياں سرور علي
مياں مظهر علي
شاهي قبول محمد ثاني
مياں امداد علي
مياں علي مدد
مياں لشکر علي
لا ولد
مياں امام بخش
لا ولد
مياں نياز حسين
الطاف حسين
عاشق حسين
مياں صاحبڏنو دوم
مياں نظر محمد
مياں جان محمد
لا ولد
مياں امين جوڙيو
لا ولد
خواجه عبدالحق ثاني
موجوده سجاده نشين
مياں محمد عالم
مياں رسول بخش
مياں غلام علي
مياں طالب علي
مياں حسن بخش
مياں گل محمد
مياں جند وڏو
مريد علي
فضل حسين
مياں محسن
لا ولد
مياں خدا بخش فقير
خاڪي
لا ولد
مياں رحيم بخش
عرف
نثار فقير موجوده
سجاده نشين
درگاه خاڪي فقير
نظام الدين
لا ولد
رياض احمد عرف
خاڪي ثاني

بسم الله الرحمن الرحيم

# حال ته منهنجو ڏيءُ

ميان خدابخش فقير خاڪي فاروقي درازي هن فاني دنيا مان ١٩٦٠ع ۾ راهي ٿيو.
پاڻ پنهنجي هٿن مبارڪن سان اٽڪل ٻه سو ڪلام ۽ ڪو ڏوهيڙا صاف صورتخطيءَ ۾
اتاري، سهيڙي ۽ سموهي رکيا هئائين ۽ فرمايو هئائين (جن کي) ته ”منهنجو رسالو اوهان
ڇپرائجو ان ڪري باقي ڪم اوهان لاءِ رکيو اٿم.“
١٩٦٦ع ڌاري جيترا ٻه نسخا فقيرصاحب جي ڪلام جا هٿ لڳا - تن کي اتارڻ جو ڪم شروع
ڪري ڏنم - ڇهه سال مسلسل مزدوريان کي ڏاڍيان ڪم جاري رهيو - آخرڪار سمورو
ڪلام اتاري سموهڻ جو سعيو ڪيم - فقيرصاحب جي رسالي ترتيب کي قائم رکڻ لاءِ سون
جهڙي اپائي ڪي ڪئي مونجهارا لڳي ويا پر تڏهن به تسڪين ڪين ٿي نيٺ اهو ڏينهن به آيو
جو پاڻ مالڪ سائين مهرباني فرمائي مشڪل ڪشائي ڪئي ۽ ڪلام ترتيب مطابق چئن
حصن ۾ سهيڙجي ۽ سموهجي ويو.

فقير صاحب جن جو ڪلام سندن ٻـي سٽا مطابق هيٺين ريت آهي.

| | سنڌي | سرائڪي | اردو | فارسي | = ڪل |
|---|---|---|---|---|---|
| حصو پهريون - همه اوست - | ١٢٩ | ٦٠ | ٢ | ٢ | = ١٩٣ |
| حصو ٻيو - تلقين - | ١٨٦ | ٣٧ | - | - | = ٢٢٣ |
| حصو ٽيون - فراق - | ٣١٥ | ٢٧ | - | - | = ٣۴٢ |
| حصو چوٿون - تعريف - | ١٥٠ | ١٨ | ٢ | - | = ١٧٠ |
| متفرقات - ڪلام - | ١٥ | - | - | - | = ١٥ |
| مرثيه - | ٢ | - | - | - | = ٢ |
| سهرا - | ١ | - | - | - | = ١ |
| ٽيهه اکريون - | ۴ | ٢ | - | - | = ٦ |
| وال جواب عاشق معشوق - | ١ | - | - | - | = ١ |
| ڏوهيڙا - | ١٥٨ | ٢ | - | - | = ١٦٠ |

---

مٿين تفصيل مان ثابت ٿئي ٿو ته فقير صاحب جن چئن ٻولين ۾ ڪلام چيو آهي - مگر
گهڻي ۾ گهڻو ڪلام سنڌي ۽ سرائڪيءَ ۾ ئي چيل آهي.
سندن ڪلام ايترو ته سولو ۽ عام فهم آهي جو ٻار به آسانيءَ سان سمجهي سگهي ٿو.
بهرحال اڄ اچوڪي ڏينهن تي نهايت خوش آهيان جو پني جي قلت ۽ مالي
مجبورين هوندي به مجموعي جو پهريون حصو همه اوست پريس ۾ موڪلي رهيو
آهيان. اميد ته باقي حصا ايندڙ سال تائين ڇپجي ويندا.

آءٌ مسٽر لطف الله آزاد ۽ مولانا سعد الله غفاريءَ جو نهايت شڪرگذار آهيان جن هن ڪم ۾ پنهنجي وت ۽ وس آهر سنهنجي مدد ڪئي.

آخر ۾ آءٌ نثار فقير فاروقي درازي سجاده نشين درگاهه خاڪي سائين ۽ ارباب فقير ميمڻ جن جو دل جي گهراين سان شڪريه ادا ڪريان ٿو جن قلمي نسخن هٿ ڪري ڏيڻ ۾ سنهنجي مدد ڪئي ۽ قيمتي مشورا ۽ معلومات فراهم ڪري مشڪل ڪم کي آسان بڻايو.

مون کي قوي اميد آهي ته خاڪي سائين جا طالب ۽ مريد هن تحفي جو دل و جان سان قدر ڪندا ۽ ايندڙ ڇاپن لاءِ گم ٿيل ڪلام ڳولي هٿ ڪرڻ ۾ خاڪسار جي ڀرپور مدد ڪندا.

والسلام

خاڪسار ـ

**محسن لاڙڪاڻوي**

۲۸- آگسٽ ۱۹۷۲ع - بروز سومر.

بسم الله الرحمن الرحيم

# مقدمو

## ١- سوانح حيات- حضرت خدا بخش فقير "خاڪي" فاروقي درازي رحمة الله عليه

بعد حمد و ثنا رب العزت ۽ سندس محبوب و مرغوب حضرت رسالتماب حضور پرنور- محمد رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم - جن جي طفيل هيءَ ڪائنات وجود ۾ آئي ۽ انسان کي تخليق ڪري **اشرف المخلوقات** جو لقب عنايت فرمائي، زمين تي خليفه الارض ڪري موڪليو ويو - هي زمين جو خليفو جڏهن زمين تي وارد ٿيو ته **قالوا بليٰ** جي قول، پنهنجي حقيقت ۽ اصليت کي وساري - وڃان ملڪ جو مالڪ بڻي ويٺو - اهڙي موقعي تي سچل سرمست طالب کي تلقين ڪندي فرمايو آهي ته :-

ملڪ جا مالڪ ٿيا هن - تون وڃڻون ٿيلين ٻڌي

هي ڪنهين هن حال ۾ - توکي وڌو دسنيءَ هڻي. "سچل سرمست"

هي جڏهن پنهنجي حقيقت کان غافل ٿي، زمين تي فساد ۽ فتني ۾ ڪاهي پيو ۽ پنهنجي عقل جي گهوڙي جي واڳ نفس سرڪش جي هٿ ۾ ڏيئي، بي اختيار ٿي پيو، تڏهن اهو لازمي هو ته زمين تي رهندڙ (خليفه الارض) کي پنهنجا وساريل واعدا ياد ڏيارڻ ۽ کيس پنهنجي اصليت، حقيقت ۽ حيثيت کان آشنا ڪرائڻ لاءِ نبي، رسول ۽ اوتار موڪليا وڃن.

قربان ٿجي ان مالڪ مهربان تان جنهن هڪ لک ٽيويهه هزار نو سو نوانوي پيغمبرن کان بعد پنهنجي محبوب و مرغوب حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم کي ختم المرسلين ڪري، زمين تي مڙني جهانن لاءِ رحمت بڻائي موڪليو.

قرآن مجيد ۾ باري تعاليٰ ٿي فرمايو آهي " ولكل قوم هاد " يعني هر قوم کي هادي ڏنو ويو ڇاڪاڻ ته پنڪيل انسان جي رهبري، هدايت ۽ رهنمائي جو سلسلو اڻ کٽ ۽ نه ختم ٿيڻ وارو آهي جو آخرت تائين جاري رهندو - اهو ئي سبب آهي جو جڏهن نبين جي اچڻ تي مهر لڳي ويئي تڏهن مالڪ لايزال هدايت جي سلسلي کي جاري رکڻ لاءِ امام، غوث، قطب، ابدال ۽ ولي موڪلڻ شروع ڪيا، جن جي وسيلي تبليغ - دين، " اطيعو الله واطيعوالرسول " جي عاشقاڻه تلقين جو ڪم جاري ۽ ساري رکيو ويو - اهو اهڙو سلسلو آهي جو ڪڏهن نه ختم ٿي نه ٿو سگهي.

صوفي خدا بخش فقير خاڪي درازي، اولياءَ الله جي سلسلي جي هڪ مضبوط ۽

محفوظ ڪري ٿي گذريو آهي - فقير صاحب، درازن جي مشهور فاروقي خاندان حضرت سچل سرمست سلطان العاشقين جي پونيرن مان حضرت ميان احسن بخش جو فرزند ارجمند ۽ اکين جو تارو، زمين جو ستارو ٻنجي سال ۱۲۹۳هه مطابق ۱۸۷۶ع تي ناز مان نروار ٿيو. سندس ڄمڻ جي صحيح تاريخ ۽ مهينو معلوم ٿي نه سگهيو آهي، البته سال جي صحيح هجڻ جو پورو يقين آهي.

## ۲- ننڍپڻ

چون ٿا ته فقير صاحب ننڍي هوندي ئي صابر، بردبار، سليقه مند، ذهين ۽ بااخلاق هوندو هو. ٻالڪپڻي ۾ ئي فقر ڏانهن ميل رکندڙ هو ۽ دنياوي ڳالهين کان پري پيو ڀڄندو هو. ڄمندي ئي مٿس سخي قبول محمد ثاني جي نگاهه پيئي ۽ آخر تائين پنهنجي نظر فيض اثر هيٺ رکندو آيو. اهوئي سبب آهي جو فقير صاحب ڪڏهن به فرسوده ڳالهين تي ڌيان نه ڏنو ۽ هميشه طالب المولي ٿي رهيو.

## ۳- تعليم

ميان حسن بخش پنهنجي سلڇڻي ۽ ذهين نينگر کي ڇهن ورهين جي ڄمار ۾ مکتب داخل ڪرايو. جتي هو پنهنجي هم ڪلاسين کان هميشه اڳرو رهيو. اهوئي سبب هو جو بعد ۾ کيس انگريزي پڙهڻ لاءِ خيرپور ميرس موڪليو ويو. فقير صاحب، اوائلي چار درجا انگريزي پڙهڻ بعد اسڪول ڇڏي ڏنو. چاڪاڻ ته ٻاٽ ٻارنهن سالن جي ڄمار ۾ ئي سخي قبول محمد ثاني (جو سندن نانو به هو) جو دست بعيت طالب ٿيو ۽ ڪافي عرصو مطلوب کان پري رهڻ ڪري اداس ٿي پيو. عشق کيس آنڌ مانڌ لائي ڏني - انهيءَ ڪري تعليم اڌ ۾ ڇڏي ۽ دنيا جا سمورا لڳ لاڳاپا ختم ڪري اچي مرشد جي صحبت اختيار ڪيائين - ڪامل مرشد ته سنديڪان ولي مٿس مهربان هو مگر طالب جي هيڏي قرباني ۽ ڪامل محبت جي ثبوت مهيا ٿيڻ بعد وڌيڪ به مهربان ٿي پيو - مرشد سان بي انتها محبت جو ثبوت سندس هن ڪلام مان ملي ٿو -

(۱)

اسان حاجي شاهه سخي دا هون - خون جگر دا پيندا هون.

۱- چل ڪي دم دم در دلبر دي - مک ماهي دا وکيندا هون.

۲- مڪا، مدينا، ڪاشي، گنگا - مور نه پنڌ پڇيندا هون.

۳- سوئي رانجهن تخت هزارا - من وچ محب پسيندا هون.

۴- پسئي، ويکئي من وچ ماهي - اهندي نال السيندا هون.

۵- دستين دلبر بي کي ساغر - باوليان برهه ديان ڏيندا هون.

٦- شوق دا جامان . پاڪي چيريان - در هادي دي نچيندا هون.
٧- خاڪي ذوق الهي وچ ظاهر - سخي سخي ته بليندا هون.

(٢)

اسان ملنگ سخيءَ جا آهيون - مٽ مور نه پئي ڪي پائيون ٿا.
١ ڪعبو، قبلو شاهه درازا - تهدل تاڙي تاڙيون ٿا.
٢ رام، رحيم آ قبول محمد - روح تنهين تي رلايون ٿا.
٣ سوهڻل جي سائين اڪ جو من ۾ - محبت سچ مچايون ٿا.
٤ پرت مان خاڪي، شاهه سخيءَ سان - مهر ڏيون نيڻ ملايون ٿا.

... ... ... ... ... ...

**٤- مشاغل** فقير صاحب مرشد ولنديءَ - مجاهدن ڪي لڳي ويو. نماز روزي جو ته فقير صاحب اصل کان وٺي پابند هو، مگر جڏهن مرشد ڪامل جي صحبت ۾ طريقت جي راهه اختيار ڪري ۽ سلوڪ جون منزلون سائڻ جو ارادو ڪيائين تڏهن نماز روزي سان گڏ ورد وظائف ۽ چلاڪشي به اختيار ڪيائين.

قاضي نبي بخش ڪاربوري هڪ ملاقات ۾ ٻڌايو ته. "خاڪي سائين، هڪ پيري ڪجراتي ڏينهن جڏهن مرشد جي ڪچهريءَ سان لاڳيتو غير حاضر رهيو، تڏهن سخي قبول محمد ثاني پنهنجي سرڪچهري جڏي اٿي هليو - آخر انهيءَ ڪنڊ جي وڻ وٽ اچي بيٺو، جيڪو سچل سرمست جي روضي مبارڪ جي اتر طرف، اترئين دروازي کي بالڪل ويجهو آهي. اتي ڇا ڏسي ته خاڪي فقير مولا جي محبت ۾ محو لڳو پيو آهي ۽ دنيا ومافيها کان بالڪل بي نياز ۽ عشق ۾ الوٽ ٿيو پيو آهي - پوءِ ته مرشد سائين کيس ٽيڪ ڏئي اٿاريو ۽ چيائينس ته "اٿي ٻچ! هيتري هٺ ۽ پهڻ جي ڪا ضرورت ڪانهي - هاڻي تون رچي ريٺو ٿيو آهين - هل ته هلي ڪي رهائيون ڪيون"

فقير صاحب جسماني طور بالڪل ڪمزور ٿي چڪو هو ڇاڪاڻ ته ان ۽ پاڻي بالڪل بند ڪري ڇڏيو هئائين - ايتري قدر جو خشڪ زبان سان ڳالهائي به نه ٿي سگهيو. آخر سخي قبول محمد سائين پنهنجي هٿن مبارڪن سان کيس قطرو قطرو ڪري پاڻي پياريو - ۽ هن عشق جي اوتار کي ڪجهه عرصي لاءِ وري پنهنجي حال تي ڇڏي ڏنائين - تان جو جڏهن اٽو ويهڻ ۽ ڪاڻ ٻيڻو جهڙو ٿيو تڏهن ڪان وٺي وري حاضري ڀرڻ لڳو.

**راڳ ويراڳ:-** فقير صاحب ابتدائي ڏينهن ۾ پاڻ ڳائيندو هو ۽ عموماً مرشد جي ڪچهريءَ ۾ چونڪي ڏيندو هو - مرشد جي مٿس ايتري ته نظر هئي جو پاڻ

جڏهن ڳائيندو هو ته مٿان هڪ وڏي ۽ وڏو ڳوڙهو ڀرڻ ڳائي سگهندو هو. انڪري
مرشد جي امر مطابق هميشه آخر ۾ ڳائيندو هو.
چون ٿا ته منڍ ۾ فقيرصاحب سچل سرمست جا ڪلام ۽ بعد ۾ پنهنجا ڪلام
(جي مرشد جي تعريف ۾ جيا هئائين) ڳائيندو هو. مرشد جي لاڏاڻي
بعد ڳائڻ ڇڏي ڏنائين.

## ۵- معمولات

فقير صاحب جا هيٺيان معمولات هوندا هئا.

۱- رات جو هميشه ٻي ٻجي يعني اڌ رات ڌاري جاڳندا هئا ۽ پوءِ فجر تائين ورد وظائف ۽ مراقبي ۾ گذاريندا هئا. ان بعد، قضائي حاجت کان فارغ ٿي، مسواڪ ڪري، وضو ساري فجر جي نماز ادا ڪندا هئا ۽ ٿوري گهڙيءَ لاءِ قرآن پاڪ جو دور ڪري فارغ ٿيندا هئا.

۲- صبح ايڙهه ڪلاڪ اور و اڪثر سماع جي محفل لڳرائيندا هئا، جا لڳ ڀڳ ٻه ڪلاڪ جاري رهندي هئي. فقيرصاحب جن هيٺ ويهندا هئا ۽ سماع هلندي منهن مونن ۾ ڏيئي دل جي حضور سان ٻڌندا هئا. ايتري قدر جو سماع جي خاتمي تائين ڪڏهن مٿي نه ڪندا هئا. آخر ۾ جڏهن ڪنڌ مٿي کڻي ۽ اکيون کوليندا هئا ته انهن معلوم ٿيندو هو جڻڪ اکين مان رت وهيو اٿن.

۳- منجهند جو ماني کائڻ کان پوءِ هڪدم سمهي پوندا هئا ۽ گهڙي ننڊ ڪندا هئا. ننڊ ۾ ڪونگهرا ڏ.. هڻندا هئا.

۴- سج لهڻ کان بعد وري محفل سماع ڪرائيندا هئا، جا ٻن ٽن ڪلاڪن کان وڌيڪ وقت نه ولندي هئي. اهڙيءَ طرح ساڃهر سويلو ماني کائي وري رات جو ٻي ٻجي جاڳندا هئا.

۵- فقير صاحب جن حڪمت جو مشغلو به رکندا هئا، مگر اهو گهڻو ڪري طالبن ۽ مريدن تائين محدود هوندو هو. اڪثر مفت علاج ڪندا هئا ۽ هٿ شفا اهڙي ته هوندي هئن جو مريض کي ٻهراس خوراڪ پهچڻ سان ئي فائدو معلوم ٿيڻ لڳندو هو. علاج عموما جڙي ٻوٽين ۽ ڪشتن سان ڪندا هئا. ڪڏهن ته اهڙا عجيب ۽ غريب نسخا تجويز ڪندا هئا جو مريض مذاق سمجهي ويسه ئي ڪو نه آڻيندا هئا. مثلا، هڪ ڀيري فقيرصاحب هڪڙي ماڻهوءَ کي سخت بخار جي حالت ۾ چيو ته "جوهر جي ٽڪي کائي، مٿان چاءِ جو ڪوپ پي، سمهي پئه" اهڙي علاج تي مريض اعتبار نه آندو مگر ڪچهريءَ ۾ ويٺلن مٿس زور ڀري آماده ڪيو. مريض مذڪوره علاج ڪيو ۽ اسان ٻاٽ ڏٺو ته ان جو ايڏو تيز بخار هڪ ڪلاڪ اندر لهي ويو.

## ۶- لباس

فقيرصاحب جن ساري ٽوپي اوڍهاري، مطلب ته هر موسم ۾ سفيد ململ

جو پهراڻ - بالڪل ويڪرو ۽ ڊگهو - تمام ويڪرين ۽ ڊگهين ٻانهن سان . هرڪ جي
شلوار - پنج ڏر ڊگهي ۽ سوڙها پاچا - ۽ سفيد ململ جي دستار ٻارنهن هٿ ڊگهي
ٻڌندا هئا . پيرن ۾ هميشه ڪاري رنگ جو سليپر بوٽ پائيندا هئا ۽ هرموسم ۾ سائي
رنگ جي ۽ ڪڏهن ڪڏهن گيڙو رنگ جي چادر پڻ ويڙهيندا هئا .

٧- **خوراڪ** عموما ٻاجهري دال ، ڪڻڪ يا جوار جو ڊوڏو - ڪڏهن ڪڏهن
چانور پلاءُ ڪري کائيندا هئا - کير هميشه ماهو پيئندا هئا - ڳئونءَ جو کير ڪڏهن
به نه پيئاٿون ۽ چوندا هئا ته " ڳئون غلاظت کائيندي آهي . "
وقتي طور گوشت ۽ مڇي به کائيندا هئا - جڏهن ڪڪڙ کائڻ جو ارادو ڪندا هئا
ته ان کي ڏينهن مسلسل ٻڌرائيندا هئا ۽ تڪبير ڏيڻ کان پوءِ زمين ۾ پورائيندا هئا -
ڪلاڪ اڌ کانپوءِ ڪڍرائي ، انجو گوشت رڌرائيندا هئا - چوندا هئا ته " ڪڪڙ
وڇون کائيندو آهي ۽ انهيءَ زهر جو اثر انهيءَ طريقي سان ئي ختم ٿي سگهي ٿو -
ٻوڙ ۾ ڳاڙها مرچ اپترا وجهرائيندا هئا جو ٻيو ڪو ماڻهو ٻوڙ نه کائي سگهندو هو .

٨- **حليو مبارڪ** فقير صاحب جن جو قد پورو پنو - رنگ بادامي - جسم
ويڪرو ۽ ڳورو - رخسار ابريل - خوبصورت چهرو ، اکيون وڏيون ، بالڪل هرڻ
جهڙيون ۽ رت ورنيون - چپ سنها ، بلڪ وچولا - پيشاني ويڪري ، هٿ پير ننڍڙا ،
نرم ۽ نازڪ - مٿي جا وار ڊگها ۽ ريش مبارڪ چاپڙين ۽ سيني تائين ڊگهي .
خط نه ونرائيندا هئا - مڇن جي سنت پاڻ ولندا هئا ۽ ڏاڙهي مبارڪ به سٺ جهلي
ڪينچيءَ سان پاڻ ڪٽيندا هئا - چوندا هئا ته " مرد جو محمدي چهرو هجڻ کپي تان
ته حضور جن سان سچي نسبت قائم ٿي سگهي . "
مزيد فرمائيندا هئا ته " اها ئي صورت حضرت عشق جي صورت آهي " . حضرت آدم
عليه السلام کي به الله تعالىٰ اها ئي صورت ڏيئي زمين تي موڪليو هو .

٩- **خلق** فرمائيندا هئا ته " بندو تيستائين مؤمن ٿي نٿو سگهي جيستائين پاڻ ۾
محمدي خلق پيدا نه ڪري . "
هميشه آهستي ڳالهائيندا هئا - هيٺ ويهندا هئا - ٿورو کائيندا هئا ۽ ٿوري ننڊ ڪندا
هئا - نه ڪنهن کي ناراض ڪندا هئا ۽ نه ڇڙٻ ڏيندا هئا - نذر نياز گهري نه وٺندا
هئا بلڪ غريب مريدن کي پنهنجي هڙان ڏيندا هئا - جڏهن ڪو مريد يا طالب
ڪاڏي جو پڇڻ ايندو هو ته پاڻ هميشه ائين ئي فرمائيندا هئا ته " ابا
مقام دال کائيندا سين - درازين کي داتا جي طرفان دال ئي مليل آهي . "
مزيد فرمائيندا هئا ته " فقر دي معنيٰ ئي آهي سچ . "

اسان ازل کان ئي [illegible] بک قبولي آهي." فرمايو ائائون

( ١ )

سڄڻ سخي تون [illegible] ري - اسين مرون ٿا بک - وو ماهي يارا ...

١- راحت خوشيون وڃي [illegible] ڏائي - دور ٿيا سڀ سک - وو ماهي يارا ...

٢- ان پاڻي ويو سمور وڪسجي - ڏاڍا مليا هن ڏک - وو ماهي يارا ...

٣- پاڻي پيسو به رکيل ڪونهي - نڪي مٺي ڪي ڪک - وو ماهي يارا ...

( ٢ )

نڪو ٻوڙ، نڪو ٻاڙي - ڪيئن سڄ تي وجي تاڙي

١- جانور - چيڙ، سڳوڙا، ساريون - مورچي نالا ڙي ...

٢- بخت اسانجو بيحد ٻڙو - جٺ ڪٿي جنهن جاڙي ...

٣- ڏک سک خاڪي سر تي سهي - ڪر سان سنگت ٻاڙي ...

فقير صاحب جن سيد جي اڳيان ڪنڌ هوندا هئا. سيد کهڙي به حال ۾ اچي ته هميشه اٿي ٻيهي استقبال ڪندا هئا - ڪيس پنهنجي سيرانديءَ کان ويهاري نهايت ادب ڪندا هئا ۽ موڪلائڻ وقت نذرانا ڏيئي روانو ڪندا هئا - چوندا هيا ته "سيد سردار آهي، چاهي اهو کهڙو به هجي حضور جن جي ٻهل ۾ آهي - اسان سڀ سيد جي طفيل ئي ڪجهه آهيون ۽ سڄي ڪائنات سيد جي صدقي ئي قائم آهي"

اهڙي طرح پيرسن ماڻهن جي پڻ بيحد عزت ڪندا هئا - سواليءَ کي ڪڏهن به خالي نه ڇڏيندا هئا. سچل سرمست جي عرس شريف جي موقعي تي سوين ماڻهو ونس اچي مهمان ٿيندا هئا، جن ۾ اڪثريت مريدن ۽ طالبن جي هوندي هئي. سڀني کي پنهنجي هٿن سان ننگر ڏياريندا هئا - ايتري قدر جو روزانتن جي افطار ۽ سحريءَ جو به باقاعده انتظام ڪيو ويندو هو. جڏهن فقراءَ موڪلائيندا هئا تڏهن جا جتمند ن کي ٻنا گهر جي ٻاڙو ۽ زاد راه عنايت ڪندا هئا - خاڪسار پنهنجي اکين سان ڏٺو ته فقير صاحب جن هميشه شلوار جي ور مان پيسا ڪڍي ضرورت مندن کي ڏيندا هئا - طالبن کي انهيءَ ڳالهه جي سخت حيرت هوندي هئي ته آخر شلوار جي ور مان هزارين روپيه ڪيئن ٿا نڪرن؟ ڪڏهن ڪڏهن ته بدن جا ڪپڙا به خيرات ڪري ڇڏيندا هئا.

## ١٠- طنز ومزاح

فقير صاحب جن خوش مزاج ۽ کلمک طبيعت جا مالڪ هوندا هئا - جيئن ته ڪيئي ديوانا ۽ مستانا فقير، سفر توڙي حضر ۾ هميشه ساڻ هوندا

هئا - ان ڪري انهن جا عجيب و غريب نالا رکي سائين پهنجا مداح ڪندا هئا. هڪڙي فقير جو نالو ثابت علي هو - رنگ جو بالڪل ڪارو ۽ مٿو هو بهو ڪاريهر نانگ جي ڦڻ جهڙو هئس. ان تي نالو ٿي ڪئي ڪاريهر فقير رکيائون -
ٻيو فقير جنهنجو نالو فتح محمد هو، سو طرح طرح جا ڏاڍا ڏکيا راڳ ڳائيندو هو ۽ هر و ڀرو پنهنجي ڳائڪي جتائڻ لاءِ ٻـي سرا پلتا هڻندو هو - ان جو نالو رکيائون "قوالي فقير" وقتي وقتي خـاص ڪچهري منعقد ڪري راڳ ٻڌندا هئا ۽ ڏاڍو خـوش ٿيندا هئا.

## ١١- سير سفر

جڏهن سخي قبول محمد ثاني ابدي آرامگاه ڏانهن روانو ٿـي ويو ۽ سندس فرزند اول ميان صاحبڏنو ثاني جانشين ٿيو ته فقير صاحب سائڻي حب عقيدت ۽ احترام قائم رکيو - جڏهن اڍائي سال مسلسل نوڪري ڏنائون تڏهن مرشد سائين مٿن راضي ٿـي پيار مان امر ڪيو تـه "بچا، تنهنجي رياضت ۽ نوڪريءَ جو وقت پورو ٿيو ۽ مطلوب ٻـ اڪ جي مهر جا بادل تنهنجي مٿان برسي چڪا آهن هينئر توکي اجازت ٿي ڏجي ته ٻل آزاد ٿي، وڃي پنهنجي نينهن کي نچاءِ ۽ پاڻکي پچاءِ. هينئر توکي درگاهه شريف کان اولهه طرف ويندي مستونگ، قلات ۽ پاڳـ ناڙيءَ تائين ملڪ وروحاني ڏجي ٿو، جتي وڃي پنهنجي مرشد جي فيض کي عام ڪر ۽ پنهنجي روحاني حڪومت قائم ڪر."

انهيءَ امر ٿيڻ کان پوءِ فقير صاحب جن سير سفر تي نڪتا ۽ سنڌ و بلوچستان ڏانهن روانا ٿيا - جتي وڃي پهاڙن جي غارن ۾، سواءِ ان پاڻيءَ جي چلا ڪڍيائون - انکان پوءِ پيرچتل شاهه نورانيءَ جي درگاهه تي چلاڪشي ڪيائون - هيءَ درگاهه جهل مگسيءَ کان سو رنهن ميل اتر طرف آهي - اتان جيڪو فيض حاصل ڪيائون تنهنجو ذڪر هن ريت پنهنجي ڪلام ۾ ڪيو اٿائون.

( ١ )

ٿيهي نـور چتل شاهـ نوراني - تون ته حاضر حال حضوري يار.

١. توکي لقب مليو ته شهيدي يار - تنهن جا چوڏنهن طبق مزيدي يار،
تون تـه پنجتن آل علي دي يار - توکي برهه عطا پرپوري يار ...

٢. تنهن حو مٺي ميخانو جاري يار - پيئي خلق خدائي ساري يار،
آهين عشق سند و تـه عطاري يار - ڏئين برهه جو جام ظهوري يار ...

٣- سٺي تعريفون تنهنجون خاڪي يار - آئي برهه جو سوالي عشاقي يار،
اٿي پـر پيالو ڏي ساقي يار - سرلاچ منهنجي ٿي سموري يار ...

(٢)

پير چتل شاه نورانيءَ جي شان ۾ چيل سي حرفي مان ورتل -

الف - آهين آل پنجتن شاه چتل سردار لا - نور نوراني سنو محبوب آن منٺار لا
پروسو آن پر جهلو هيٺن سدا همورا لا - ڪرنگهه ڪا عشق جي شاها سخي ننگدار لا ..
ص - صاحب صبر وارو نرننگي نروار تون - عشق جي امداد آمد الک جو اوتار تون
مشڪل ڪشا موڙهن سندو احمدعلي اظهارتون - ڪر عنايت فيض واري برهه جي بردار لا...
لا - لااله الا الله جي بخش تن من تار مون - دمبدم ۽ هر دم هلي هردي اندر هونگار مون
راڳ ۽ ويراڳ سر سرود ڏي جهونگار مون - ڪل ڪجان امداديون عشق جو اوتار لا ...

فقير صاحب جن مرشد رهبر سخي قبول محمد ثاني جي زير نظر بـــه ڪافي چله ڪڍيا هئا - مگر مرشد سائين جي اجازت ملڻ کان پوءِ مزيد فيض جي حاصلات لاءِ هر درگاه تي ويندا رهيا - انهيءَ ئي سلسلي سان سيد نادر شاه جي درگاه (جا رتيديري ۾ آهي) تي ويا جتي ميان محمد حافظ فاروقي جي مزار مبارڪ تي چلو ڪڍيائون جڏهن چله ڪشي جو وقت پورو ٿيو تڏهن فقير صاحب کي ارشاد ٿيو ته "بادشاهي قبول ڪر يا فقيري!" تنهن تي پاڻ شڪراني جو سجدو ادا ڪري دعا گهريائون ته "بسم الله - اسان کي فقيري قبول آهي".

ان کان پوءِ فقير صاحب جن تي ڏاڍيون تڪليفون آيون - ڏاڍا سور سٺائون هڪ ڀيري پاڻ جڏهن جهل مگسي ۾ هئا ته وڏيري خان محمد ٻٽي (جو ڳوٺ سونهارو ڀٽي تعلقه ميرو خان جو رهاڪو هو) جي قتل جي ڪيس ۾ کين ناحق اڙايو ويو - ڪيس ۽ جرگي ۾ فقير صاحب تي ڪو به الزام ثابت نه ٿيو مگر فقير صاحب جن انوقت ئي ائين فرمايو ته "ڪيس ۾ الزام ثابت ٿئي يا نه مگر قيد ڪاٽڻ جو پروانو اسان کي پهچي چڪو آهي" آخر ٿيو به ائين - اچانک فقير صاحب کي سڏائي پنجن سالن لاءِ مچ بلوچستان جي جيل ۾ اماڻيو ويو - فقير صاحب لک شڪرانا بجا آندا ۽ فرمايو ته "مالڪ سائينءَ جا لک لائق جو حضرت يوسف عليه السلام جي سنت هن خاڪيءَ کان ادا ڪرايائون"

جيل ۾ "ديوان اسير" نالي ڪلامن، ڪافين، بيتن ۽ ڏوهيڙن تي مشتمل هڪ ديوان تيار ڪيائون راقم الحروف اهو ديوان پنهنجي اکين سان ڏٺو ۽ پڙهيو - هن وقت اهو ديوان گم آهي - چون ٿا ته فقير صاحب جي هڪ پياري خليفي عقيدتمنديءَ وچان اهو سڄو ديوان پاڻ وٽ لڪائي رکيو آهي.

فقير صاحب جن ، مچ جبل ۾ جيڪو پهريون ڪلام چيو سو هي هيو.

حق حقاني حڪم هلائڻ — خلق مڃائڻ آيو هان
بانڪو ٿي هت ترهه جي بازي — کيڏ کيڏائڻ آيو هان.

۱- لڪ کي لائي - ڍڪ ڍڪائي — پاڻ پسائڻ آيو هان
شاهنشاهي شغل شهاني — شوق هندائڻ آيو هان.

۲- موج محبت مسن مدامي، — مچ[1] مچائڻ آيو هان
نينهن جو ناد وڄائڻ ناطق — سر سڻائڻ آيو هان.

۳- ايڪ ايڪائي آپ اڪاري — آدم سڏائڻ آيو هان
وچ ميخاني مندل مچائڻ — مئي وندائڻ آيو هان.

۴- پاڻ کي پنهون ها پاڻ تماشا — ڏيئي ڏيکائڻ آيو هان
نيرنگ نين نيڪ هاڪڙه جو — نالا نلائڻ آيو هان.

---

۱- هتي لفظ "مچ" مان مراد "مچ" جو جبل آهي.

فقير صاحب جن ، جبل ۾ ڪافي ڪان زياده طالب ۽ مريد ڪيا ۽ ان گوشه نشينيءَ ۾ وڏيڪ مجاهدا جاري رکيا ، تان جو جڏهن چئن سالن ۽ ٻن مهينن جي مدي ڪان پوءِ آزاد ٿي ٻاهر نڪتا ته وٽن ٻه مچنا وڏي ويئي - پوءِ ته طالبن ۽ مريدن جا سائن لشڪر گڏ هوندا هئا.

فقير صاحب جن زندگيءَ جو اڌ ڪان به وڌيڪ حصو سفر ۾ گذاريو ۽ باقي اڌ مان گهٽي ۾ گهڻو حصو رياضتن ۽ مجاهدن ۾ گذاريائون. مطلب ته گهر ۾ تمام ٿورو وقت گذاريندا هئا.

بلوچستان ڪالسواءِ سنڌ ۾ شڪارپور ، لاڙڪاڻو ۽ جيڪب آباد ضلعن ۾ اڪثر ايندا رهندا هئا. صرف هڪ ڀيري طالبن جي دعوت تي ڪراچي ۽ حيدرآباد به ويا مگر پوءِ مسلسل دعوتن جي باوجود به نه ويا. جاڪاڻ ته ريل گاڏيءَ جي ڊگهي سفر ڪان تمام گهڻو ڪيهائيندا هئا. عموما بيل گاڏيءَ جي سواري پسند ڪندا هئا. گهوڙي سواري کڏهن به ڪين ڪيائون. چوندا هئا ته " گهوڙي سواريءَ جي ڪري نفس مغرور ٿو ٿئي انهن ڪري اها سواري فقير کي هرگز اختيار ڪرڻ نه جڳائي. "

پاڻ جڏهن به سفر تي روانا ٿيندا هئا ته اڳ ۾ مراقبو ڪري ، دعا گهري پوءِ سواري اختيار ڪندا هئا ۽ سائي چادر ويڙهي جهپ هڻي ويهندا هئا. جڏهن به ڪنهن طالب يا مريد وٽ منزل انداز ٿيڻ جو خيال ڪندا هئا ته ان کي اڳواٽ اطلاع

ڪرائيندا هئا ۽ سفر ۾ شريڪ فقيرن جي تعداد جو به پڌ رائيندا هئا.

**١٢- مسلڪ يا طريقو** پاڻ سچل سرمست ۽ سخي قبول محمد ثاني وار
طريقي تي ئي هلندا هئا. چوندا هئا ته "اسان قادري ۽ چشتي طريقو اختيار ڪ
آهي ڇاڪاڻ ته قادري طريقي ۾ ذڪر، فڪر، رياضت ۽ مجاهدن جي تعليم ڏنل آه
۽ چشتي طريقو جذب ۽ مستيءَ ڏانهن مائل ڪري ٿو تنهنڪري اسان مولا جي عشق
انهن ٻنهي طريقن کي حقيقي عشق جو رهنما اصول ڪري ورتو آهي"
پاڻ نقشبندي طريقي کي عشق جي راهه ۾ ڪفر ۾ بوڻ سڏيو اٿائون. فرمائن ٿا:

نقشبندي ٿي هتڙي هلڻ — ڪفر ۾ آهي اهو به پوڻ
عشق الله جي بنا جيئڻ — ڪوڙي ٻـي آ ڪار. وٺ راهه رلي ڪر

سندن مطلب نقشبندي طريقي کي ننديڻ نه آهي بلڪ مطلب هي آهي ته عشق
راهه ۾ نگرن سگرن جون ڳالهيون يا لطيفا ڪمائڻ ۽ انهن تي عمل پنيان عمل ڪرڻ
اهي سڀ هوش ۽ عقل جون ڳالهيون آهن. مگر حضرت عشق کي هوش ۽ عقل ســ
ڳالهين يا انڪل بازين سان ڪو به سروڪار ڪونهي. سچل سرمست انهيءَ ساڳئي
خيال کي هن ريت نڀايو آهي.

زهد، طاعت تي عبادت - ترڪ تقوي تـــي تجل
نينهن نـــگو نسار نسيئي - عـشق دا ڏاڍا عمـــل

١. سر سولي منصور شد ڪون - عشق تا ڪيتا قتل هيئي حو ڪجهه بره هيئي - اور تان خامان خلل
٢. هجو ڪنون تا هجرجائين-هجر تا هيئي وصل-سمجهه تا تون گهن کي آيون، عشق ڪون روز-از
٣. سر زمين دي ظاهر ٿيوين - برهه دا مارين طبل - آ اٿان سالڪ سجا ٿين ، اولون ابتا اصل
٤. عشق عالي هي امانت ، ٻئي موقوفي سڀ مثل-زيب ٻئي سڀ ذبح ٿين، عشق سچل هي آجهل

(٢)

مين تان ڪوئي خيال هان - ليسان نال خيال دي
١- زهد، عبادت، طاعت، تقوي - اي ٻي ڪم ڪشال دي ...
٢- اصل اهي آگـــاه نهين - جو عاشق شـــي شڪال دي ...
٣- "سچل" سچ ڪريندا نين ظاهر - الا ڪاڻ قتال دي ...

روحل فقير سائي خيال کي هيٺين لفظن ۾ ادا ڪيو آهي.

نڪا صد سمهڻ ۾ ، نڪو جاڳڻ ۾ جس ،
نڪو خير کائڻ ۾ - نڪي روئڻ ۾ رس ،
ذاتي ذڪر زباني ، اهو به اوري ڏس ،
من جو مرشد پس ، ته روحل ملين روح الله سان.

اهڙيءَ طرح مراد فقير به پنهنجا خيالات هنريت بيان ڪيا آهن •

زاهد زور رکي ظاهر تي - باطن کنون بيگانا ،

پار سائين دي پردي - جنهن ڪون سمجهي نا نادانا ،

ڏينهن دا اندا مول نه ڏيکي ، دوست وسي هر خانا ،

پير مغان دي مجلس پاجهون ، هار گيا حيوانا ،

"سوتوا" مورک مول نه ٿيوي ، ڪنان ڏونهين جهانا ،

يار مراد ملبا ميخاني ، شڪرانا صد شڪرانا ،

خاڪي فقير جو مسلڪ مرشد جي طريقي تي هلڻ ۽ سڀ ڪجهه مرشد کي سمجهڻ ئي آهي . هو ايتري قدر به فرمائي ٿو

٩٢    ٥٩    ٦٢    ٢١٣

محمد، مهدي، نبي ٿيا درازا - منجهان مهر محبت مورا ڪيءَ نيازا

١- اڏيا جنهن آڏانا، سچا عرش ٿانا - قبا، پلصراتون، طور سينا، غمازا

٢- قائم قرب ڪافيون، وٺن جت معافيون - گناهي، سزائي، سخيءَ شهبازا ،

٣- ڏنو خوف نه خطرو ، ونڌي عشق بکرو - سخي ٿيو سچ، راحم رب رازا

٤- جنهن منهن موڙيا، دبي دنيءَ پوڙيا، قارونئي، ڪساڪي ڪندا پوء ايلازا

٥- عمر يار احمد، گاديءَ جو هو محمد - انهن جو آهي هت ، گاديءَ دمسازا

٦- سياڻا ئي سمجهو، اجايو نه منجهو - خاڪي يار ظاهر . مالڪ آهه ترازا .

فقير صاحب ، مرشد جي تڪئي (درازن) کي سڀ ڪجهه سمجهن ٿا ۽ عددن جي وسيلي ثابت ٿا ڪن ته - "محمد" جا عدد ٩٢ ، "مهدي" جا ٥٩ ۽ "نبي" جا عدد ٦٢ . ڪل ٿيا ٢١٣ - اهڙي طرح "درازا" لفظ جا عدد به ٢١٣ ٿين ٿا . فرمائن ٿا ته "سڀ ڪجهه سندن مرشد ئي آهي ۽ "درازا" حضرت محمد صلعم جن ۽ "مهدي آخر زمان" جي ئي گادي آهي جا حضرت عمر فاروق جي معرفت سان قائم ٿي آهي، جتي پلصرات ۽ طور سينا بہ آهي . جتي ڏوهه ۽ ثواب جا فيصلا به ڪيا وڃن ٿا جيڪو به انهيءَ حقيقت کان منهن موڙيندو ، اهو پيسائيءَ ۾ پاڻ کي پوڙيندو".

## ١٣- طالب ۽ مريد

فقير صاحب جا مريد ته لکن جي تعداد ۾ ٿيندا مگر طالبن جو تعداد سون ۾ ئي ٿيندو . هتي صرف انهن طالبن جو ذڪر ڪبو جي سندن رهبري ۽ نظر فيض اثر هيٺ رهي ، سلوڪ جون منزلون طي ڪري عشق جي واديءَ ۾ وارد ٿيا .

**(۱) غريب شاھ :-** ھي سيد سکورو جھل مگسيءَ جي اولھ طرف چمن مبل...
فاصلي تي ڳوٺ سارنگاڻي جو رھاڪو ھو. فقير صاحب سان صحبت اختيار ڪري...
ٿي پيو. پوءِ مرشد جي امر مطابق ڪوئيٽه ڏانھن روحاني راڄ قائم ڪري انڊ...
وصال ڪيائين.

**(۲) سيد ڪرم شاھ عرف مصري شاھ :-** فقير صاحب کان فيض ياب ٿي...
مجذوب سالڪ ٿي ويو. سندس مقبرو شھدادڪوٽ اسٽيشن جي اوڀر طرف، عزار...
عقيدت مندن لاءِ زيارت جي آسا جڳاھ آھي.

**(۳) خان فقير ٻلي :-** مرشد کان فيض حاصل ڪري - سندن ٿي امر مطابق...
منڪ چڙيون ھلبو ويو ته وري نه آيو.

**(۴) سالار فقير ڪنگو ۽ (۵) ٽڳيل فقير ميمڻ :-** جي ٻئي ساوڪ جا صاحب...
ٿي گذريا آھن.

## ۱۴- شاديون

ٽي شاديون ڪيائون مگر اولاد ڪين ٿين. ٻاڻ چتل شاھ...
نورانيءَ تي نرينه اولاد لاءِ سوالي ٻڻ ٿيا. جنھن جو ثبوت چتل شاھ نورانيءَ جي...
تعريف ۾ چيل ٿيھ اکريءَ مان ھن ريت ملي ٿو.

ع- اچي در ڪجان سڀ دلين جا سوال سون،
آل نا اولاد سون ڪي - ڏي نيڪ فرزند ٻال سون،
ڏاڍو ستايو آزماني - پيش ٿي سڀ حال سون،
ھاڻي اٿي ڪر ٻال مون سر - پرم جا پوتار لا...

حيتو ٽيڪ اولاد لاءِ دعائون به گھرندا رھيا - مگر الاھي امر آڏو ڪنڌ جھڪائي...
لاولد ٿيڻ تي ڪڏھن به مايوس نه ٿيا.

## ۱۵- انتقال پرملال

فقير صاحب 20 رمضان المبارڪ 1379 ھجري مطابق
19 مارچ 1960 عيسوي بروز ڇنڇر ھن فاني دنيا مان بقا جي ملڪ ڏانھن راھي ٿيا.
ٻاڻ ڇھ مھينا اڳواٽ راقم الحروف کي فرمايو ھئائون ته "ابا، ھاڻي ھي چولو
پراڻو ٿيو آھي، اھو ستائي پيو پائيو" سا ڳڻي وقت اھو به تاڪيد ڪيائون ته 20
رمضان شريف تي مون سان شھدادڪوٽ ۾ ضرور اچي ملجو ۽ اھا ڳالھ ھرگز
نه وسارجو"

ارباب فقير ميمڻ جو ھر وقت خاڪي سائين جي حاضريءَ ۾ رھندو ھو، تنھن
روايت ڪئي ته "ھڪ ڀيري خاڪي سائين وصال کان تقريبا ۳-۴ مھينا اڳ جھل مگسيءَ

۽ به ساڳيائي الفاظ ورجايا ۽ چيائون ته "هي برائو ... هائي سنت تي منڊنهو" اهي لفظ ٻڌي علي مردان فقير سارنگائي روئي ڏنو ۽ عرض ڪيائين ته "قبلا اهو وري ڪوڙو قهر ٿا ڪيو، اسان توهان جو ڏک ڪيئن ڏسي سگهنداسون، خدا جي واسطي پنهنجو ڏک ته نه ڏيکارجو". تنهن تي فقير صاحب ڪلندي وراڻيو ته "چڱو ابا، جي تون اسان جو ڏک نه ٿو ڏسي سگهين ته تنهنجو ڏک اسان ني ڏسنداسون".

آخرڪار ٿيو به ائين، علي مردان فقير، خاڪي سائين کان اڳ ۾ ئي وصال ڪري ويو ۽ فقير صاحب جو قول پورو ٿيو. فقير صاحب جن جي وصال کان ڪجهه ڏينهن اڳ سندن سڳو سوٽ ميان نثار فقير فاروقي روئي رهيو هئو ته خاڪي سائين جن ڪين دلداري ڏيندي چيو ته "ادا" روئين ڇو ٿو، مان ته هر دم توسان گڏ آهيان ۽ هوندس" ٿوري دير بعد وري پڇيائونس ته "ادا" اوهان جي گهر ڏانهن ته اميد واري هوندي؟ نثار فقير هاڪار ڪئي. تنهن تي فقير صاحب جن فرمايو ته "ادا، اوهان غمگين نه ٿيو، اسان نئون چولو پائي وري اچي اتا هون نروار ٿينداسون" آخر ٿيو به ائين سندن انتقال کان پوري هڪ مهيني بعد يعني ٢٠ شوال ١٣٧٩ هجري تي نثار فقير جي گهر ساڳي صورت ولي فرزند ارجمند تولد ٿيو ۽ رياض احمد نام ڏاريائين. ڪيس خاڪي سائين بيا سڏين.

نثار فقير روايت ڪئي ته "سندم گهر جڏهن اميد واريءَ جو پنجون مهينو شروع ٿيو ۽ بار چرڻ پرڻ لڳو ته انهيءَ ڏينهن کان خاڪي سائين آن ڪانڻ چڏي ڏنو ۽ مريدن کي پڻ چوندو هو ته "ٿورو پري بيهي ڳالهايو، جو اوهان جي وات مان ان جي ڌپ ٿي اچيئم."

**١٦- وصيت** فقير صاحب جن آخر ۾ سڀني طالبن ۽ مريدن کي سڏي وصيت ڪئي ته "منهنجي پڳ جو وارث ادا نثار آهي. اوهان ڪيس منهنجو جانشين تسليم ڪندا"

**١٧- ڪرامتون** فقير صاحب جن عموما ٻاڻ کي لڪائيندا هئا ۽ سوالين کي اڪثر اوقات سهڻي طريقي سان ٽاري ڇڏيندا هئا. ٻاڻ فرمائيندا هئا ته "مون کي اهڙن مريدن ۽ طالبن جي حال تي نهايت افسوس آهي جي هميشه زال، آل ۽ مال جا سوالي ٿي اچن ٿا ۽ ڪڏهن به حال جي طلب ڪين ڪئي اٿائون" مزيد فرمائيندا هئا ته "اسان کي زالن، پٽن ۽ پيسن ڏيڻ جا ٺيڪيدار آهيون ڇا؟ "حال" ڪبي ته حاضر آهيون، جي "قال" ڪبي ته ڪوشش ڪريو.

ايتري لڪ هوندي به فقير صاحب کان ڪن موقعن تي اهڙيون ڪرامتون ظاهر ٿيون جن جو ڇوڏهين صديءَ ۾ تصور به نه ٿو ڪري سگهجي.

(١) هڪ ڀيري ڳوٺ منجهان ۽ ٽاڪ منجهند جو ڄڻن فيض محمد ڪنيار جي در تي پهتا ته ٻئي زال مڙس ذڪر ڪٿي ويهي رهيا ۽ چي، "خبردار، جي اسان جي درڪان اندر آيا آهيو. اسان هن عمر تائين بي اولادي آهيون ۽ اوهان جو مريد به ٿا سڏايون" فقير صاحب جي بار بار سمجهائڻ تي به هو باز نه آيا ۽ چوندا رهيا ته "اوهم تيڻ ڪان سواءِ به ڪڏهن مڙيو آهي؟ آخرڪار گهڻي تنگ ٿيڻ بعد فقير صاحب فرمايو ته "فيض محمد! هيئنر اسان کي ڇڏ، جي ايندڙ سال جوئي جي جهوليءَ ۾ پٽ نه هجي ته پوءِ اسان کي نه ڇڏجانءِ".

آخر ٿيو به ائين ۽ پوري ٻارهين مهيني فيض محمد جي گهر پوڙهائپ ۾ پٽ پيدا ٿيو جو اڃا تائين حيات آهي.

٢- ارباب فقير سيمڻ روايت ڪئي ته ڪمڻ فقير ولد جمعدار ڦوٽو شيخ ڪبس ٻڌايو تہ "خاڪي فقير اڃا نوجوان هو ته اسان جي ڪوهه جي جهلڻ تي ويهي هڪ چلو ڪڍيو هئائين ۽ ان کان پوءِ اڪثر ڪوهه تي وهنجڻ ايندو هو.

هڪ ڀيري معمول مطابق آيو ۽ بابا کان ميٽ تيل گهريائين ۽ نار ۾ ڏاند ٻڌڻ لاءِ پڻ چيائين. بابا، نار ۾ ڏاند ٻڌي، ڪوڏر ڪئي ۽ واهوندا ڪولڻ ويو. گهڻي دير بعد به جڏهن ڪسيءَ ۾ پاڻي نه آيو تہ مجبور ٿي واپس وريو. اچي ڇا ڏسي ته ڏاند به وهي رهيو آهي، لوٽيون به ڀريون پيون اچن مگر نيسر مان پاڻي هيٺ وهي ئي ڪين ٿو. ان هوندي به فقيرصاحب نيسر هيٺان ويٺو سٿو پيو مهني. بابا، نيسر جي مٿان بيهي ڇا ڏسي ته، پاڻي نيسر جي هڪ طرف کان وهندو پيو اچي ۽ هيٺ ڪرڻ کان اڳ ۾ ٻئي طرف کان واپس وهندو ڪوهه ۾ پيو ڪري. اتي فقير صاحب کي عرض ڪيائين ته "سائين اوهان خالي مٿو مهني رهيا آهيو پاڻي تہ هيٺ وهي ئي ڪين ٿو."

ايترو ٻڌندي ئي فقير صاحب نيسر ڏانهن نظر ڦيرائي ۽ کلندي چيائين تہ "مار، مان بہ چوان تہ مٿو پڄي ڪو نہ پيو" آخرڪار نيسر ۾ آڱر سان ليڪ ڪڍيائين ته پاڻي هيٺ وهڻ لڳو.

٣- باغ فقير مڱڻهار ساڪن درازا شريف، ٻڌايو ته، فقير صاحب اڃا نوجوان هو ته هڪ ڏينهن ۾ انب ڪئي ائل واهه تي آيو ۽ ڇوڪرن کي سڏي چيائين ته "مان پاڻيءَ ۾ هي پنو اڇليان ٿو جيڪو ان کي پڪڙيندو آءٌ ان کي هي انب انعام ڏيندس" ائين چئي پنو اڇلايائين، پاڻيءَ ۾ پوڻ سان ئي پنو اوڀارو وهڻ لڳو ڇوڪرن ڪبس پڪڙڻ لاءِ ڏاڍا وس ڪيا، نيٺ ڪناري تان ڀڄندي ڄڻن ان جو اڳ ۾ وڃي ٿي پنو اڳ کان به اڳرو. آخرڪار گمٽ تائين ڊوڙي

واپس آيا. فقير صاحب چوڪرن کي مايوس ڏسي فرمايو ته "ٻني جو ڪر ڳهٽو جيڪو انسان کان زوران زور ڳوهه ڪٽي ٿو وڃي. ڇڱو هاڻي ڏسو ته آءٌ ڪيئن هن ئي ڳولي ٿو لهانس" ايترو چئي ڪناري تي ويهي آڱر سان پاڻي ۾ گول دائرو ڪڍيائين. تان جو ٻه ٽي منٽ ان جاءِ تي پاڻي چڪر کائيندو رهيو ۽ آخرڪار اهو ئي ٻنو انهيءَ هنڌان ٻاهر نڪري بيهي رهيو.

(٣) فقير صاحب جي همشيره کان روايت آهي ته "هڪ ڀيري فقير صاحب ٻاهر ويل هيو ته جوڻو فقير ٻه من ڪڻڪ جا مون وٽ امانت طور رکي ويو ۽ ايترو به چئي ويو ته هڪنهن ماڻهوءَ کي ڪيس ويهه رپيا قرض ادا ڪرڻو آهي، سو جڏهن اهو ماڻهو آيو ته کيس ان وڪڻي ادائگي ڪندو. اڃا ٻه ٽي ڏينهن مس گذريا ته فقير صاحب گهر ۾ آيو ۽ اچي ٻکن پاسو ڏنو. ٻه ڏينهن سانده رک ڪا نڻ بعد فقير صاحب ڪمري مان ٻاهر نڪري چوڻ لڳو ته "ادي ڪوڙو سبب آهي جو اسان جو روزگار بند ٿي ويو آهي؟ مون وراڻيو ته "ادا، جيئن الله جي مرضي" تنهن تي پاڻ چيائين ته "الله پاڪ ته ساجهر سويلو ئي هر انسان کي روزانو رزق موڪلي ٿو ڏئي. اها الله جي مرضي ناهي البت تنهنجي مرضي ضرور آهي" ايترو چئي، منهنجي ئي ڪمري ۾ ڳولا ڪندي وڃي انهيءَ ٻوريءَ تي هٿ رکي پڇيائين ته "هي ڇا آهي؟" ادا، اها ڪڻڪ آهي، جوڻو امانت طور رکي ويو آهي. اها وڪڻي ويچارو قرض لاهيندو". مون وراڻيو. اهو ٻڌندي ئي فقير صاحب چيو ته "ادي اڃا الله ڏي ٿي ڏوهه ڏئين، الله ته رزق موڪلي ڏنو آهي. ڀلا جيستائين اهو نه کپندو تيستائين ٻيو ڪيئن ڏيندو؟ جوڻي کي کپن پئسا، سو پئسا ان کي ملندا". ايترو چئي اڌ ڪڻڪ وڪري لاءِ ۽ اڌ پيسائي لاءِ موڪلي ڏنائين. جڏهن اهو ان کٽو ته پوءِ اسان وري ڪڏهن به بک نه ڪاٽي ٿورن ڏينهن بعد جوڻو آيو ته ادا کيس ويهن جي بجاءِ ٽيهه رپيا ادا ڪيا. هو ڏاڍو خوش ٿيو ۽ دعائون ڪندو هليو ويو."

هونئن ته فقير صاحب جي ڪرامتن جا ڪيترائي مثال موجود آهن. مگر اهل دل جي ڄاڻ لاءِ اهي چند مثال ڪافي آهن.

## ١٨- شعر و شاعري

فقير صاحب جن جي شاعريءَ تي صوفيانه رنگ غالب آهي ۽ ائين پيو معلوم ٿئي ته سندن شاعري سچل سرمست جي تخيل ۽ نظريات جي بالڪل ويجهو آهي. ساڳيو تخيل، ساڳيو پرواز ۽ لڳ ڀڳ ساڳين نڪتن جي اپٽار ڪيل آهي. سندن ڪلام جي مکيه خوبي هيءَ به آهي ته سندن ڪلام خصوصي طور ڇهن عنوانن تي مشتمل آهي ۽ تمام ٿورڙا ڪي متفرقه عنوانات موجود آهن جن جو

ذڪر پڻ ڪيو ويندو. سندن ڪلام جا خصوصي عنوان هن ريت آهن :-

**(١) همہ اوست (٢) تلقين (٣) فراق (٤) تعريف.**

هاڻي هر عنوان تي الڳ الڳ روشني وڌي ويندي ته جيئن پڙهندڙ کي هر عنوان پنهنجي انداز ۾ آسانيءَ سان سمجهه ۾ اچي.

(١) **همہ اوست :-** تصوف جي هن نظريي جو باني شيخ اڪبر محي الدين ابن عربي هو جو ڇهين هجري صديءَ جي وچ ڌاري اسپين ۾ پيدا ٿيو. همہ اوست کي عربيءَ زبان ۾ "وحدة الوجود" سڏيو ويندو آهي. هن بزرگ وحدة الوجود جي سمجهاڻي هن ريت ڏني آهي ته "خالق ۽ مخلوق هڪ ئي وجود آهي ۽ لا اله الا الله خود ٻڌائي ٿو ته الله جو ڪو به غير نه آهي. وڏيڪ فرمائي ٿو ته سچي توحيد به اها ئي آهي ته وجود اڪبر ڪان سواءِ ٻيو ڪو به وجود تسليم نه ڪيو وڃي. معراج جو واقعو خود انهيءَ ڳالهه جو پڪو ثبوت آهي جو حجاب دور ٿيندي ئي "وجود" ۽ "ممڪن" هڪ ٻئي سان "قاب قوسين" ڪان به ويجها ٿي ويا.

مذڪوره نظريي کي ڪيترن ئي بزرگن ۽ صوفيا ڪرام پنهنجي پنهنجي انداز ۾ ظاهر ڪيو آهي. جهڙوڪ منصور حلاج - "انا الحق" يعني "مان خدا آهيان" جو نعرو هنيو ۽ اهڙي طرح حضرت بايزيد بسطامي پڻ "سبحاني ما اعظم شاني" جو آواز بلند ڪيو. شاه عبداللطيف به پنهنجي ڪلام ۾ ڪيترن هنڌن تي همہ اوست جي نظريي جو اظهار ڪيو آهي. مثلا :-

ٻڌا ڏو، سو سڏ ور وائيءَ جو جي لهين،
اڳهم هئا ڳڏ، پر پڌڻ ۾ ٻه ٿيا. شاه

سچل سرمست انهيءَ ئي نظريي کي هن ريت بيان فرمايو آهي :-

ظاهر ڪڪر آنءَ - ميهون تونئي باطن ۾،
پاڻ اهو ئي پانءَ - جنهن وسي سان وس ٿئي. سچل

خاڪي فقير همہ اوست جي نظريي جي اپٽار پنهنجن لفظن ۾ هن ريت ڪري ٿو.

الله، آدم آ حرف هڪوئي - الفان الف الهي هي

١- ب، ت صورت ساجن سا ڳا - اظهر سوج ملاحي هي،
هر ڪم دي وچ "لاتحرڪ" - ڏوهي ذات گناهي هي.

٢- آپي آپ، اِٽ، اٽ اپنا - پرتان پرت پناهي هي،
هر هنڌ، هرجا، ظاهر باطن - هرڪس ترت طلاحي هي.

٣- عيش، عشرت، وحدت، ڪثرت - هر وچ صلح صلاحي هي،
اسم، صفت وچ صاف ثناگر - محبت سوج مداحي هي.

۳- "هو بکل شيءٍ محيط" هو حق
صاحب سو ئي سڀاڻي هي،
نوري، ناري، هندو، مؤمن
ساڪي سڀ ڪلامي هي.

بيا

۱- آدم ٿي ميان آيو سي. گولو غلام سڏايو سي.
۲- مون بنايا جڳ هي سارا. اپني ڪيتي ڪرکي پسارا.

( ۱ )

من لگويم دم بدم، اثبات دم هو الله    انا الحق دم زنم. ڪلمات دم هو الله

۱- طالب - مطلوب ام، پير - مفتون مشهور ام،
سرمات بحر - پير لکم، عشقات دم هو الله.

۲- عرش من آشيانم، مکانم، لا حدم،
سير کردم در جهان، حالات دم هو الله.

(۲)

نڪتو اهو غين جو، آهي اونده انڌوڪار،
لاخير في عبدي" چوي ٿو سردار،
ڄاڪي انهيءَ ڳالهه سان، ڪري ڏس تڪرار،
پوءِ بيشڪ سر اسرار، آهين نڪتي دور ڪئي.

فقير صاحب جن همه اوست نظريي جا ابترا ته قائل آهن جو تلقين، فراق ۽ تعريف جي ڪلامن ۾ به ساڳئي نظريي جا اهم نڪتا بيان ڪندا وجي پار پيا آهن.

**۲- تلقين** طالب کي تلقين ڪندي، راهه هڪ طرف ٿا ٻڌائن ته ٻئي طرف وري راهه جي خطرن کان آگاهه پڻ ڪن ٿا ۽ "من عرف نفسه فقد عرف ربه" جي راز ۽ رمزن کان هن رهت باخبر ڪن ٿا.

( ۱ )

بقاني دا بکل وڳڙا - نظاري نينهن نروارا
صفاتي معاف، صافئون صاف - تن طواف اختيارا.

۱- سانگان نون چوڙ، پياني پوڙ - دئي سب نوڙ درجاتي
جلا جسم، چڙا اسم - مٽا قسم - صفاتي.
ظاهر ذات، برسي بات - ٿي اثبات - اوقاتي،
شدم ڪلال - شدم جمال - شدم جلال - جنسارا...

(٢)

پڇري والي يار پکي ڪون ـ نال پرت دي پالين تون
سرت دي نال سنڀالين تون.

١ـ خورش خوشي دي ڏي نہ تنهين ڪون ـ دم دم وچ تنهن ڍالين تون.
٢ـ شهنشاهي شان دا ڪاڏا ـ جڳ جڳ تنهن نال جالين تون.
٣ـ ”هوُ“ دي بحر دا پاڻي ڏي ڪر ـ ويراي تنهن دا نڪالين تون.
٤ـ وحدت وير ورياسي بن ڪر ـ پيوند ٿي تنهن نالين تون.
٥ـ خاڪي پکي مهمان هئي دم دا ـ

هي تہ هو سرائڪي ڪلام جنهن ۾ فقير صاحب، طالب کي پاڻ سڃاڻڻ، حق سڃاڻڻ ۽ منزل مقصود ماڻڻ کان اڳ، دڳ پنڌ کان خبردار ڪري، مطلوب هجڻ جو پورو حق ادا ڪيو آهي. اهڙي طرح سنڌي ڪلام ۾ انهيءَ کان بہ وڌيڪ طالب کي، هن ريت تلقين فرمائين ٿا.

(١)

امر کي آڏو اچين جي ـ تان سڏائج نا فقير.

١ـ تدبيران چاڻ هڪا تقديران ـ دلبر ٿج تون نا دلگير.
٢ـ لعنت، رحمت هڪا ڀانئج ـ شيخ سڏائج نا تون پير.
٣ـ چاڻ شڪر، غم، فڪر هڪوئي ـ مٺو، ڪنو هڪ پاڻي، ڪير.
٤ـ هندو، مؤمن حال هڪوئي ـ سڀ صوفي هن هڪ سريرُ.
٥ـ خاڪي نوري نظر هڪوئي ـ شاهہ، گدا تان هڪ امير.

(٢)

ياڪ پڇرو اڳ ني آهي ـ پر جي خاص ديهار بن خيال،
پڏ پا سڏ نہ پوندي ـ ڇڏ دنيا، ٻال ۽ مال،
ڪاڻ، ڀيڻ انئي پايتي ـ ڇڏ حرام حلال،
نڪري نانگو نر ٿي ـ ڇڏ جوءِ جنجال،
خاڪي انويءَ حال، حال ـ پرائج پريتم پريم سان.

مطلب تہ طالب کي رضا تي راضي رهڻ ـ صبر اختيار ڪرڻ ـ غم ۽ خوشيءَ جي فرق مٽائڻ ـ دل مان دوئي ڪيڻ ۽ صلح ڪل جو سبق جنهن پڙهائي ۾ فقير صاحب ڏنو آهي سو ڏيکاري ٿو تہ پاڻ دنيا جي جهيڙن جهڳڙن، رڳڙن، ٽڳڙن،، وير ۽ وزوڌ کان بالڪل بيزار ۽ آزاد هئا. پاڻ صلح ڪل جا علمبردار ۽ باصفا صوفي هئا. خاص ڪري، امر کي آڏو نہ اچڻ جي تلقين فرمائي، فقير صاحب پنهنجي ولايت جو پاڻ ئي پتو ڏنو آهي.

**٣- فراق** اهو ڪهڙو عاشق آهي جو فراق ۽ فرقت جي تلخين ۽ غم والم جي لذتن کان نا آشنا هجي. عشق چاهي مجازي هجي يا حقيقي - بهر حال، اهو عشق ئي آهي ڇاڪاڻ ته عشق ورتل ئي "عشقه" منجهان آهي جنهن کي سنڌيءَ ۾ چون "بي پاڙي". هيءَ اها ول آهي جنهن کي پاڙ ئي ڪانه ٿئي. ان کي ڪهڙي به ساٿي وڻ تي اڇلايو ته هيءَ ان وڻ جي رس چوسي پاڻ ساوي ٿيندي ويندي ۽ وڻ ويندو سڪندو. سو عشق به عشقه وانگر هڪ آفات آهي. جنهن کي لڳي تنهن کي ساڙي ڇڏي ۽ پاڻ سدائين تر و تازه.

اهڙي طرح عشق جي آبياري ٿئي ٿي فراق سان - وڇوڙو وصل کان هزار ڀيرا بهتر آهي ڇاڪاڻ ته وڇوڙي مان درد ۽ سوز پيدا ٿئي ۽ اها اهڙي آتش آهي جنهن جي اثر ڪري قلب نان ڪٽ ۽ ڪس لهيو وڃي ٿي. پوءِ اها صاف سٿري، اڇي ۽ اجري دل محبوب حقيقيءَ جو محلات ٿيڻ پوي ٿي. جتي هو ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي سيني رعنائين سان جلوه افروز ٿئي ٿو. اهو مقام وصال آهي. جتي فقير تمام روحاني لذتون ۽ خوشيون حاصل ڪري ٿو. مگر محبوب هميشه هڪ حال ۾ رهڻ وارو ناهي. هو جهاڪ ڏيکاري وري حجاب ۾ هليو وڃي ٿو. ڇاڪاڻ ته هو سراپا حسن، سراپا نور ۽ نسوروني ناز آهي. ڀلا هر وقت ان جي وصال جي ڪنهن کي ڪهڙي مجال آهي جو حسن جي تجليءَ جو تاب سهي سگهي. سو اهو حجاب ئي عاشق وٽ فراق جي معنيٰ رکي ٿو.

فقير صاحب فراق تي واهڙ وهائي ڇڏيا آهن - روپ سسئيءَ ۾ پنهل جي وڇڙڻ جو اهڙو ته عجيب انداز پيش ڪيو اٿون جنهن جو مثال ملڻ محال نه، ته به مشڪل ضرور آهي. فرمائن ٿا:-

اداسڻ ٿينديس - سنياسڻ ٿينديس — پياسڻ ٿينديس - نيازڻ ٿينديس.

١- پاڻي ويس ڪيڙو - کير هن کيرو — سڄاڳڻ ٿينديس، اڃاڳڻ ٿينديس،

٢- اوڏي سر اهو - لڪاڻي خرقو — ويراڳڻ ٿينديس، بيراڳڻ ٿينديس.

٣- ٿي ته سيلاني - ڳائي گيت گياني — آوازڻ ٿينديس، راڳڻ ٿينديس.

٤- وڙنديس پنهل کي - پنهنجي امل کي — گداگر ٿينديس، دعاڳڻ ٿينديس.

٥- خاڪي پاني ڪفني - رهي سر مجني — عشاقڻ ٿينديس، مشتاقڻ ٿينديس.

فراق جي موضوع تي سندن اندازِ بيان ايڏو ته پيارو ۽ دلچسپ آهي جو پڙهندي پڙهندي دل جي گهرائين ۾ وڃي گهر ڪري ٿو. مطلب ته پرت جي پينار، ورهه جي واڍوڙني ۽ محبت جي ماريل، سڪ جي سڪايل لاءِ هڪ سوکڙي ۽ سوغات آهي.

فراق جو هڪ ٻيو انوکو انداز اجهو هيءُ آهي .

اج يـار تنهنجي ڪـاڻ منهنجي دلڙي اداسي ،
ڏسڻ ڪاڻ ، ملڻ ڪاڻ - پسڻ ڪـاڻ پياسـي .

١- ليکي ليک ، لکيل ٻيک - ڪنان روز ازل کان ،
آهيان يار ، دلدار - تنهنجي ڪو جهي خلاصي .

٢- تنهنجي عشق عريان ، بريان ڪيو آهه ،
چاڙهي تاب ، سرشتاب - ڪيو مون کي ميراثي .

٣- ڪيي هوش ، ڏنو پوش - گيڙو گيان گوش جو ،
نالي نام - ڪيو غلام - خاصو خوب سنياسـي .

٤ ماندو من - ساهه تن - تو لئي هوت هزارا ،
دم دم تات - تنهنجي بات - ڪيو حيرت هراسي .

٥- ماري عشق - ساڙي سوز - استخوان خاڪ ڪيءُ ڪيو ،
نروار ، اظهار - ڪيو جوڳ جڳياسي .

روپ مارئيءَ ۾ فقير صاحب مارئيءَ جـي سـوز ۽ فراق جـو حال
هن ريت اوريو آهي .

ڏاڍن مارن سان نينهن لڳو ناتو        ڪاڻ سور سختيون - مون اڳ نه ڄاتو .

١- هاڻي سور هنيان - سينو سر ڪنيان - وهي ڏک ڪنيان - لائي لعل لاتو .

٢- ڪنهنکي ڏيان ڏورا پا - سورن جا سها پا - نينهن جا نها پا - ڪونهي قاصد کيائتو ...

٣- لنگهيا ڏينهن راتيون - ڪندي برهه باتيون - تن مارن ناتيون - جنهن پيچ پاتو ...

٤- بي پرواهه اهڙو - دهڙس ڪو نه دهڙو - ڪيان بيان ڪهڙو - سهاڻي سهاتو ...

٥- خاڪي چڱو ٿيڙو - جاڻ ايڻن پيڙو - پـاڻـي نيٺ ليڙو - ٿيندو سڃاتو ...

معلوم ايئن ٿيو ٿئي ٿو ته جهڪ پاڻ فقير صاحب جن مارئي هڪجي مهيزون سنيون ۽ ڏولائي
جا ڏينهڙا جدائيءَ ۾ جاليا آهن - سچ ته - آهي به ائين ئي .

## ٤- تعريف :-

تعريف واري حصي کي پڙهندي معلوم ٿيو ته پاڻ عشق جا
پنڌار هئا.سچ پچو ته عشق جو مذهب ۽ مسلڪ به اهو ئي آهي ته عاشق پنهنجي معشوق
جـي تعريـف مـان ڍاپـي ئـي ڪين .

تعريف ، ذڪر ۾ شامل آهي ۽ ذڪر وري اهڙي عبادت آهي جنهن لاءِ پـاڻ مالڪ
سائين فرمايو آهي " فاذڪروني اذڪرڪم " يعني " تون منهنجو ذڪر ڪر ته آءٌ
تنهن جـو ذڪـر ڪـريـان . "

سبحان الله جڏهن محبوب حقيقي، طالب، حق جو پيار ۾ پاڻ هو، سان ذڪر ڪرڻ لڳي ته انهن کان وڌيڪ ٻي ڪهڙي سعادت ٿي سگهي ٿي.
تعريف جا چند مثال هن هيٺ پيش ڪجن ٿا.

## ١- الله پاڪ جي تعريف:-

هر شيءِ ۾ حسن تنهن جو - يارب نظر اچي ٿو
ذاتي ظهور و ديدن - زير و زبر اچي ٿو.

١. بازي برهه جي ماري - بانڪا ٻيجل ٻڌا ٻڌي - نيڻن نظارو تنهنجو - صورت بشر اچي ٿو.
٢. خاصو خيال خاوند - خرش خاص خويان خيالي - رلمل تو رنگ، رنگ رنگ چشمين پڌر اچي ٿو.
٣. لک بيک لعل لائق - ليکي تبهنجي لکايا - ديدن ۾ تون ديداري - نا ديد ديگر اچي ٿو.
٤. جلوو جمال جابر - تنهنجو جنگي جوشالي - بيخود بحال بالا - اکيين اثر اچي ٿو.
٥. مندر، مڙهين ۽ مسجد - ملڪان ملڪ تو سوهن - چوڏر ڏسڻ ۾ خاڪي - برتر شهر اچي ٿو.

حبيب ڪريا محمد مصطفيٰ صلي الله عليه و آله وسلم جن جي تعريف ڀرپور عقيدت سان هن ريت ڪن ٿا.

احمد ٿيو اظهار مدني - احد وچان انوار مدني

١. ميم جي مام سان محب مناني - سرسا آيو مختيار مدني.
٢. وحدت ويس وٺاني وجودي - واحد آيو وينچهار مدني.
٣. عشق جو اعليٰ آرائي - الک آيو اوتار مدني.
٤. برهه جو بانڪو ٿي ته بيچوني - نيسر آيو بردار مدني.
٥. ساقي، شافي، شاهه، شهنشاهه - سين آيو سردار مدني.
٦. جلوي نما جنسار جمالي - جابر آيو جبار مدني.
٧. راحم، رهبر، رهنمائي - سهڻو آيو ستار مدني.
٨. نسنگ نيهي نر نشانبر - نينهان آيو نروار مدني.
٩. خاص خدائيءَ ۾ بيخود ٿي - خاڪي آيو آذار مدني.

حضرت علي ڪرم الله وجهه جي تعريف ۾ چيل ڪلام.

احد الله منهنجو علي علي آ - علي علي آ - علي علي آ.

١- سرسري آ سرو رب جو - نور نسنگ آ نيارو رب جو - نور نگاهه منهنجو علي علي آ.
٢- قائم قلب ڪايد ڪريمي - عام عنايت عشق عليمي - چشمن چاهه منهنجو علي علي آ.
٣- برهه بهادر بارڙي بالا - اشرف انبياء آدم اعلي - شهنشاهه منهنجو علي علي آ.
٤- دستي دلبر درس ديداري - اولي الايو عرش اظهاري - رهبر راهه منهنجو علي علي آ.
٥- عنده علم الڪتاب مصدر - راز ربيءَ جو رازق صفدر - فوج فتاح منهنجو علي علي آ.
٦- پڪڙ پيارا پنجتن دامن - هتي هت هن حامي ضامن - خاڪي ساه منهنجو علي علي آ.

دستگير بادشاهه - شيخ عبدالقادر جيلاني رحمته الله عليه جي تعريف .

ثناگر هون تيرا دستگيرا — رهبر پير ميرا تمهين تطهيرا .

١- تمهين مالک ملک ، عرش و زمين کا - تمهين خاص خاوند روشن ضميرا .
٢- تيري در جو آئي - جائي نه خالي - تمهين محب کبريا ، کل شيء قديرا .
٣- ديئي رب ني تمکو لاکون نام نوري - محبوب سبحاني تمهين پير پيرا .
٤- بوڙهي کا کيا پار دوبا هوا جو بيڙا - کيا شکر بيحد بدرالمنيرا .
٥- کڙي هونگي تمهين قبر ۾ آکر - جائينگي چلي ديک منکر نکيرا .
٦- خاکي هي اناني تيري پياس تصدق - غلامن غلامان - اسيرن اسيرا .

باقي کلام فقير صاحب عموما مرشد جي تعريف ۾ چيو آهي - جنهن جا چند مثال نموني طور هيٺ ڏجن ٿا .

( ١ )

پيارا سان هو شاهه درازي — بي مثل بي پايان .
آدم ناهي ، الله آهي — صورت ساڱي سانيان .
شوقئون شاهي شاهه آيو آ — عرش جنهين ديان جايان .
اٿو اکبر اهو اعلي — ڳالهه کوڙي بي الايان .
خاکي در پرينءَ جي آهيان — دايان دي مين دايان .

(٢)

١- ” پيارا شاهه درازي دل بيشک آن مرد مردانو - يقينا يار فقر جو ، لکي آن لعل لکانو “
٢- ”عشق جو عارف درازن ۾ عجب اظهار ٿيو - سرگرو صوفين سندو ، صاحبڏنو سالار ٿيو“
٣- ” مستو مست سخي شهباز چوان — توکي دائم دم دراز چوان “
٤- ڏسو جان محمد شاهه ڏٺي - ٿيو کو نه اهڙو ، وينو نعرو هڻي “

فقير صاحب جن ، سخي قبول محمد ثاني کان پوءِ درازن جي سيني بزرگن کي سخي جو باغ تسليم ڪندي پنهنجي ڪلام ۾ اهڙيءَ ريت تعريف ڪئي آهي جو هڪ طرف سيني بزرگن جون خوبيون بيان ٿي وڃن ٿيون ته ٻئي طرف سخي سائين کان بعد خانداني شجري جو ذکر پڻ ٿي وڃي ٿو. اجهو اهو ڪلام هي آهي .

لائي گلشن برهه بهاري — گل کليا گلزاري .

١- موتيا ، گرنا ، سنبل ، سوسن - مست قرن چوڏاري .
٢- نرگس ، چنبل ، کيسو ، کرنا - لرگهمن نرواري .
٣- سرو ، سورج ، لال گلابي - - محبت تن جي پياري .

٤- قائم باغ سخيءَ جو سدائين — شل هوندو نور نظاري .
٥- شڪر پڙهي صلواتون صبح جو — پڙهان تخني اسحن ساري .
٦- گلشن سبز سرهو سهڻل جو — شل موج ۾ هوندو سلهاري .
٧- "ڏنل سائين" صاحبڏني سر — "رستم" راز غفاري .
٨- "نبين جو ڙيو" نور الاهي — عشق سندو آ اوتاري .
٩- "جان محمد"، "عبدالحسيني" — جن برهه جي راهه سنواري .
١٠- "جند وڏو" جنسار جهاني — "حسن بخش" حر هزاري .
١١- "گل محمد"، "طالب علي" آ — "غلام علي" تيز تنواري .
١٢- "محمد عالم" "رسول بخشا" — رار سچا تـه سچاري .
١٣- "علڻ" تي "امداد علي" آ — "سرور" سورج ستاري .
١٤- "نيازل" آهي نياز ۾ نياري — "امام بخش" عشق عطاري .
١٥- "مظور" مستيءَ موج جو سائين — "خاڪي" سڀ بلهاري .

## ٥- متفرقات

هن حصي ۾ هر ڪلام - هڪ الڳ عنوان جي صورت ۾ آهي جن مان ڪن اهم عنوانن جو ذڪر ڪجي ٿو .

**١- زال :-** در حقيقت زال هڪ مجازي محبوب آهي - سا گڏجي وقت گهر جو سينگار ۽ رونق به زال جي دم سان ئي آهي - زال جيڪڏهن نه هجي ته مرد، مايوس زندگي گذاري دنيا مان بيزار ٿي پوي - فقير صاحب زال جي پيار ۽ ڪردار جو نقش هن ريت چٽيو آهي .

استري آر - آهه پيار - خاص خمار - صفاتي —. غمگسار - فرحت وار - دل ديدار - اثباتي .

١- گهر سينگار - جڳ سنسار - عجب اسرار - الهي،
جيءَ قرار - خاطر بار - آهه آذار - حالاتي،

٢- اهو حال - خاص خيال - ڪنبو بهال - آدم خود،
حق کي کوڙ - اها لوڙ - جنت جوڙ - هيءَ ذاتي .

٣- اهو آ ڏيک - الک آ ليک - نابوتي بيک - امر جو،
عبرت آ - حيرت آ - قدرت آ - قدراتي .

٤- پاڻي ليٽڙو - خاڪي لبٽڙو - برت پبڙو - برهان هت،
پڙهي پسنڪ - لاهي لڪ - حقا حق - اوقاتي .

**٢- مزاح :-** فقير صاحب جن جي مزاج ۾ ڪي قدر مزاح بہ سمايل هو. ڪڏهن ڪڏهن ته فقيرن سان نه مزاحيه انداز ۾ گفتگو ڪندا هئا، اهو ئي سبب آهي جو سندن ڪلام ۾ اهڙي قسم جي جهلڪ قدري ڏسڻ ۾ اچي ٿي .

سندن هڪ مزاحيه انداز:—

اسان آهيون وڏا سائين ڀاڙي يار — ڪوڙي ناڻون، ڪنهن ڪياڙي يار.

١- ضائفن کان به چٽ نڪما — ڏاڙهي مڇان مسواڙي يار...

٢- مرڻون ٻڪ، ڇڻون ڏيو آ — پيٽ سڪي ٿيو آ ٿاڙي يار...

٣- رهڻ خاطر ڪانه جڳهه ڪا — ڇڻون اسان کي آ ماڙي يار...

٤- مان عزت سڀ سڳ سنڀالي — جهليون پادر ته ڏهاڙي يار...

٥- حال زماني ڪيو آ هيٺو — جٽ جوڙي ڪيس جاڙي يار...

٦- خاڪي هتي جن حال اهو آ — ڇڱي تن آ پڇاڙي يار...

٣- **انگريز کان نفرت:-** پاڻ انگريزن جو اوج ۽ زوال، خلافت هلچل ۽ ان جا نتيجا به ڏٺائون. انگريزن جي چالبازين ۽ اسلام دشمنيءَ کي سخت نفرت جي نگاهه سان ڏسندا هئا. اهوئي سبب آهي جو ڪين ڀولو ڪري سڏيو ائون. ڪلام ملاحظ ٿئي.

ڏيکي ڀولي جي بازي — جنهن ملڪ ڪيو ناراضي.

١- ڏئي ڏاڍان ٿو ڏهاڙي — ڪارو ڪنو جيئن تازي.

٢- لٽيون لنگورجهلي ٿو ڏوتي — ڪين سڄي ڏيو آزي.

٣- لڳندس مڙد مدامي ٿي جي — ناس ڪندس سي غازي.

٤- ملڪن ماري ساد ڪيوئس — نينهن ڪيا سي نمازي.

٥- خاڪي ڀولا، رولا ويڙا — برهه ڪيو ته گدازي.

٤- **فطرت جو ابياس:-** سنڌو نديءَ جي سير جو منظر.

سنڌو نديءَ تي صاحب - سدا سيئي سلامي

ڪيو سنهان سهڻا - ڀڳتي رهن مدامي.

١. ڪيئي پاٻي ۽ دوشي - هرنان ڪريٿي پوتر

جنهن جل لڳي جم جم - ويسي ڪري وريامي.

٢. لهريون لوڏا ميان لائي - موجون ڪري مناني

ڏڪيون ڪري ميان گوڙيون - دمدم ۽ دور دمامي.

الخ—

سارنگ جا سان:

واه موسمي ملهار مچي پيا - موجان موج ڏيون ته ملهاريون.

١- ڳاجن ڳوڙ وڏا ڪيا غمزا - ڳڙڳڙ، ڳڙا ڳڙ، ڳڙ ڳجڪاريون.

٢- تجليون ترت تڪيون ڏيون طرفي - ڪنوڻين چم چم ڪيون چمڪاريون.

٣- باري بيحد بارشون بوندن - چم چم چوهان چڙ چٽڪاريون.

٤- وسيءَ ڪي ڪيون مينهن محبت مون - باغ، بحر، بر، ٿر بهاريون.

مطلب ته فقير صاحب ان همه صفت موصوف هئا. اڃا به ڪيترائي موضوعات جهڙوڪ :- ”سچ ڪي ڪونهي مچ“- ”ملڪ: ڪائي وني ماڪڙ“ وغيره طوالت جي خوف کان ڇڏيا ويا آهن- اميد اٿم ته جو ڪجهه به قلم زد ٿيو آهي سو طالب حق ۽ اهل دل جي عرفان لاءِ ڪافي آهي. ڪمال صرف خالق اڪبر جي ذات بابرڪات کي ئي آهي.

بهرحال-

برگ سبز است تحفهٔ درويش
گر قبول افتد زهي عزو شرف

”وما علينا الی البلاغ“

لاڙڪاڻو :-

فقط تاريخ :- ٢٨- آگسٽ ١٩٧٢ع

مطابق ١٧ رجب المرجب ١٣٩٢هجري.

خادم الفقراء :-

محمد حسن ”محسن“ لاڙڪاڻوي

بسم الله الرحمن الرحيم

"لله كنوز تحت العرش مفاتيحها السنت الشعراء"

" من عرف نفسه فقد عرف ربه "

"همه اوست"

عرف

# ديوان راز حق

"گنج پرپون"

( سندي ڪلام )

فقير خاڪي فاروقي
"دراز ي"

(١)

اوڏي انگ عشق جو الفو - سچل ٿي سير ڪيم سارو،
رڪانهي نام سر نالا - اناٿي خيال همواره.

١. اول آدم ٿي اظهر وتم ملڪن سندا سجدا - وڏايم شان ۽ شوڪت شهنشاهه ٿي نه سچارو.
٢. بحر حيرت ۾ بڻجي حبابي خيال سان آيم - درياهي موج لهرن ۾ آهين قلزم قرارو.
٣. مجازي موج هت آندو چڙهي اوتار عرشي مون - وره وحدت وچان ويڙهو وڏائي ڪيم وارو.
٤. معلي‌القاب منهنجو آ محمد مير مدني مان - "انا احمد بلا ميمي" ساڳو سان سر ستارو.
٥. ڏسڻ ٻسڻ سڻڻ سڀ جو سچو سنسارسراسرمان - هلڻ چلڻ الڻ ويهڻ سنهنجو سمجهيو سيو ٻارو.
٦. لاهوتي لعل لا ثاني لقائي لهر بيخود جو - مڪاني، لا مڪاني مان اڃي ڪبرهت اوتارو
٧. بهانو بيک خاڪي جو وجهائي لڪ لڪايوسون- سندو شريعت وچان ڏيئي مچايم هل هونگارو.

(٢)

اسانجو عشق اثباتي - لا الله الا الله ذاتي - ڪمايون قلب تا قلبي - صبح ۽ شام پرباتي.

١- مراقب سر اوڏي مک تي - ويهي گوشه نشيني ۾،
تصور نور نظر صورت - نگاهي محب نجاتي.

٢- دم ۾ دم دلبر سان - ملائي ديد ديدن ۾،
وڃڻ ڪي نا وڃئون وچ ۾ - اڙائي اک پاڻيون جهاتي.

٣- آڻيئون نا خيال پيو دل تي - رهئون پيا محو صورت ۾،
ٻولي ٻولڻ نا ٻيائي - انا الحق ٻول ڪلماتي.

٤- محڪم حال ۾ هردم - پڇائي سام "من عرفي"
السني اوڙ ڏني هردي - لهئون نا گهر انهيءَ پاتي.

٥- خاڪي هن خيال سان هڪدم ٿئي حق ٿو بيشڪ حاصل
ڪرين جي تون يقين تهدل- آهين صاحب صفاتي.

(٣)

اهو آدم آ ساڳي - آ وڻ جا وڻ سندس نباڳي.

١- سميع بصير آهي خود - آوازي خود آ خود راڳي.
٢- چڙايس عشق وحدت وچ - بره. ڪان ٿيو آ هت ساڳي.
٣- "ونعخت" فيه دم ۾ دم - بقا باقي آ سبراڳي.
٤- سٿو دل ٻول "لا تحرڪ"- ڪبو اعتبار ڏسو جاڳي.
٥- "سري انا سره" آ خاڪي - وصل وحدت سو ويراڳي.

(۴)

اھو آدم، اھو آنادم — اھو آھمدم حيرت حيران .
اھو آذاتي ، اھو اوقاتي — اھو صفاتي سر سيلان .
۱- اھو آناظر، اھو آاظھر — اھو آمظھر مالڪ منان ،
اھو آمالي ، اھو آحالي — اھو آحالي حال حنان .
۲- اھو آبحري، اھو آقھري — اھو آڏوهري زور زبان ،
اھو آبري ، اھو آڏري — اھو آھري ھر مڪان .
۳- اھو آعالي اھو آبالا — اھو نر الا نام نيشان ،
اھو آانتر، اھو آمنتر — اھو آتنتر تال ترنان .
۴- اھو آاسم، اھو آجسم — اھو آقسم قائم قرآن ،
اھو آنالو، اھو آرالو — اھو آچالو چلت چوغان .
۵- اھو آساقي، اھو آخاڪي — اھو آباقي برھ ٻيبان .
اھو عراقي، اھو فراقي — اھو اوطاقي عرش ايوان .

(۵)

الله منجھان ٿي آدم آيم — الا الله اثبات ۽ - صفات
۱- نالا نفيءَ مان ڪنيم نڪري — پنهنجي اظھر ذات ۽ - صفات
۲- ”نانھ“ مان نڪري ”آنھ“ ۾ آيم — قرب سندي ڪلمات ۽ - صفات
۳- ذات مان ٿيم ڪيئي ذاتيون — عشق اعليٰ اوقات ۽ - صفات
۴- وحدت وٺي ماڻي سارو — آ پيم جسمات ۽ - صفات
۵- ”خاڪي“ نام ڌرايم خاصو — برھ واري برسات ۽ - صفات

(۶)

اڃا نيم خيال سر خاصو - نسنگ نروار ٿي نيھي ،
ڏکي درجات سڀ دنيوي - وسايم ورد سر ويھي .
۱- عشق اوقات اعليٰ جي جاڳم سنسار سڀ جو ڏو
برھ برسات ريءَ منھنجي پيارا دل نہ پئي رھي
۲- لقائي لاڳ سر پائي سڄاڻم سر سچو سارو
سدا سينگار ڪر سڪ جا ٿيم سوزي سچو سبھي
۳- لڳي لوءِ تات تن من ۾ تکي تھدل پرين جي
ويھي دک جاءِ ڪيم سڏڙا پرت پيارل جي پيھي
۴- خاڪي خوش خاص ٿيو خاصو ملي نر ناٿ سان ناڻگو
ڳنڍي ڳانڍو درازيءَ سان ٿيو اظھر تنھين تيھي .

(٧)

احدان تي انسان مان آيم – آدم سو الاهي - چوڙ تنهائي

(١) آپيم وچ لنبي تماشي – دور ڏري درياهي - بن سپاهي

(٢) لا حد ماڳ، ملڪ متاڪي – دور ڏکي بادشاهي - شهنشاهئ

(٣) پير باتم وچ ٻهلي بهشتان – اتان ٻ ٻئيم راهي - تي تہ گناهي

(٤) سولي" چڙهه منصور سڏايم – گردن گوتڪي ڦاهي - ڏي تہ گواهي

(٥) يوسف تي ول آپ وڪايم – خاطر زليخا خواهي - تي ويساهي

(٦) ڪڏي ڪپايم ڪربل ڪنڌڙو – محبت دا بن ماهي - آپ پناهي

(٧) ليلا خاطر ٻرڌر ڏونديم – مجنون تي تہ مداحي - ٻرت ٻساهي

(٨) ذڪريا تي سر ڪتاسر – ڪرڪل ڌڪ تباهي - ٻيپرواهي

(٩) خاص خاڪي تي خيال ڪمايم – آڳهه تي تہ آگاهي - بقا با الله

(٨)

اظهار الله اظهر آدم جي صورت آ
اسرار ربي راز محمد جي مورت آ

١- ڇٽيو ڪنهن جو ميان ناهي - قدرت جو ڪام آهي
آيو ڪيچي آ ڪاهي - سچي جي سيرت آ

٢- شهنشاهہ شوق شيدا - پسليءَ حوا تي پيدا
احوال حق هويدا - قدرت جي حيرت آ

٣- محبت جي آهہ منڊلي - قربن سندي آ ڪنڊلي
برهان ٻرهہ بنڊلي - پيار پورت آ

٤- کهڙو اندر تو ٻولي - ڏسو خيال سان ميان ڳولي
ڪوئي تورو تي تولي - جانب جي حيرت آ

٥- خاڪي خدا آ مظهر - ساڳي الله اظهر
مالڪ متو آ اظهر - ڏيان ڏيرت آ.

# ڪلام سرسورٺ

(۹)

سبحان اٿو

الله آدم انسان اٿو

برهم اهو تہ بيان اٿو

۱- پولو پول نہ پائي پائنجو - برهم اهو تہ گيان اٿو

۲- بول بولڻ تي پاڻ پاروچو - گراهو تہ نشان اٿو

۳- ڏسڻ ڏيه ڏيهي آ ڏاتر - نور نيهي ذيشان اٿو

۴- محبت ماڻڻ لئي من مايو - ذوق ظهور جسمان اٿو

۵- خالق خاوند خاص ٿيو خاڪي - جوڙ جاني جسمان اٿو

(۱۰)

الست، بلت آ بازي ساري - ڪبير الله، انسان الا

۱- احدان آدم احمد بڻيو - بيک وٺي جهان الا ...

۲- ملڪن سجدو بو ڪيو حاصل - ظاهر پسي ذي شان الا ...

۳- نينهن نفيءَ مان ڪيو اثباتي - برهم ڪيس بتخان الا....

۴- ماگ منصب سپ متائي - شوقان ٿيو شادان الا....

۵- رمز رندي هڪ راز رسائي - رنگ، رنگ خود ڪيو شان الا ....

۶- خاڪي طالب ڪ مطالب - هڪ هندو، مسلمان الا ...

(۱۱)

احد آهيان مان الله - هادي - بڻت بڻايم - اپني رائي

۱- آدم مبڏا خاص بڻايل - صورت تنهنجو ساهہ

۲- علي احمد محمد مهدي - سڀ جو مان تہ پناهہ

۳- دين ڌرم تي شريعت فرقا - سو بہ منهنجو راهہ

۴- الستي بازي غشاقان خاطر - غشق جو چاڙهيم چاهہ

۵- هر هنڌ، هر جا، عرشين، فرشين - خاڪي منهنجو ناهہ

(۱۲)

الک آدم ٿي آيو انسانا، سڀ ۾ صاحب سمانا

۱- مير مظهر محمد معني، خاص خدائي خاوند خانا

جاء اهائي جانب جانا، غير شرڪ نہ آنا

۲- شاهي شعلي شور مچايو، "انا ان" آواز الايو

هو هو هردي هل هلايو، مست مڙئي مستانا

۳- محبت موج مزي لئي آيو، ساڳي صورت ساز بنايو

ديرو دم جو درس ڏمايو، صاف صحيح سبحانا

۴- ساز سورن جو سر سهايو، باب بره بيسر بلايو

هوڪو حلاجي حال اٺايو، جان جثو جي جانا

۵- تيز طبل طولان تماشا، جوش جذب جولان تماشا

سنسار سچو سيلان تماشا، سير سچي سيلانا

۶- سمجھ "خاڪي" هي اولو آهي، ملن باون لاء رولو آهي

اهو الله جو چولو آهي؛ بيک بيچون بيانا.

(۱۳)

## ڪلام سرڪاريھ

"انا ان" آواز آ منهنجو - رام رحيمي راز آ منهنجو

۱- درد ڏروني دل ۾ دائم - سوز شوڪارو ساز آ منهنجو

۲- مام مهدي مرسل محمد - نام نبوت ناز آ منهنجو

۳- وارث واجد واحد والي - وصل "ونحن" نياز آ منهنجو

۴- قرب قرارو ڪيچي ڪامل - دردلي دمساز آ منهنجو

۵- خاڪي خام آخوف خداجو - دم دراز فياض آ منهنجو.

(۱۴)

## ڪلام سرڪاريھ سارنگ

الله آدم ٿي آيو انسان - منجھ دنيا خود ٿيو غلطان

۱- ڪاٿي ڪر ڪر بيک گدائي - پني ڪري ٿو ٻاڻ گذران

۲- ڪاٿي خانيءَ خاص بڻي سو - خود وڏيرو ٿئي خود خان

۳- ڪاٿي حڪمت حڪم هلائي - پاڻ سڏائي ٿو سلطان

۴- ڪاٿي ٿي ويران ورهه ۾ - چوڙ بادشاهي ٿئي سيلان

۵- ڪاٿي عشق ۾ پاڻ مارائي - ماري نعرا ٿئي مردان.

## ١٥

آيا ڪرڳياني ڳڳن ۾ - ڳڳن ۾ - لاهوتي لاثاني - لڳن ۾ - لڳن ۾ .

١- صوفي صاف سهڻو سراسر سبحاني - صنم سنساري سبري ڏي سيلاني .

٢- نسنگ نرواري نينهان ٿيو نوراني - نظاري نهوڙيو نيهي نرنداني .

٣- جوڙي جوڙ جڙيون جمل جسماني - جنگي جوان جابر جوشي ڏي جولاني .

۴- پاڻي پوش پرتان پساڻ پيشاني - پڌر پيو پساري پريمي پنهاني .

٥- اناالحق آوازي آيي ٿيو اعلاني - عشق آر آندو اوقاتي ايواني .

٦- خوشان خود خڪي ٿيو خان خاني - خاصي خلق خاوند خلق خوء خنداني .

## ١٦

آدم آهيان - الله ڪوٺايان - ناتو نينهن نيايان ٿو .

١- هت هت حاضر هرجا حامي - "هو" جي هام هلايان ٿو .
حاڪم ٿي مان حڪم حقانا - حيرت وارا هلايان ٿو .

٢- ڪل هم قاف ڪشا مان بڻجي - قرب ڪروڙ ڪمايان ٿو ،
قادر ٿي مان قاهر قهاري - ڪربل ڪنڌ ڪٽايان ٿو .

٣- رچ رچ ، رنگ رمز رلائي - راز رومي تہ رلايان ٿو ،
رلمل ٿي مان رند رنگينو - راند رحيمي رچايان ٿو .

۴- وچ ميدان مدام محبت - موج مزان ملهايان ٿو .
محمد مهدي معلي ٿي مان - معجزا مچ مچايان ٿو .

٥- ورهہ وير وصالي واحد - وحدت وادي وهايان ٿو .
لا مڪان لا حد لانگهو - لا شريڪ سڏايان ٿو .

٦- "خاڪي" خاص الخاص خدائي - خود خيال ڪمايان ٿو ،
راغب رازق راحم ٿي مان - سڀ ۾ پاڻ سمايان ٿو .

١٧

آهيان ذات ظهور ذات نسنگ ـ برهہ بات ڪنان حق بات نسنگ
آهيان قرب سچو ڪلمات نسنگ ـ خود خاص خدا خيالات نسنگ .
١ـ ڏسو منهنجي بازي مام ادا ـ ٿي عبد آيس چڙي شاهي مٿا
بيو ڪون مزو وچ وحدت خدا ـ آيو عشق آدم نقشات نسنگ
٢ـ چڙي عرش اعليٰ مان ارض آيس ـ وچ موج محبت ۽ تہ مايس
رائي ، راءِ پنهنجي ڏان خود رايس ـ تکي، تيز چائي تنهن تات نسنگ
٣ـ اچي برهہ ڏکايو ويس ادا ـ سهٹو پوش بشر لبيس مٿا
ڪيو برقعو باطوني ترڪ جدا ـ ڏني عشق عجب اوقات نسنگ
٤ـ جڏان پرت پيالو پاڻ پيتم ـ تڏان خاڪي لقائي ڪيل ڪيليم
وچ ماڻ محبت جو ونجهہ ميليم ـ ٿي ماضي منجهان حالات نسنگ

١٨

آدم لي هت آيو آيو — ويس الله انساني اوڍي

١ـ قربان ڪيڏو ڪام ڪرائي ـ چاڪي چولو پايو پايو

٢ـ راز رندانو رچ رچ ريلي ـ چاہ برہ جي چايو چايو

٣ـ خود ديوچ خوش خيال ڪيائي ـ با خود آپ بنايو بنايو

٤ـ جيو ين الله نا ڪهندا چايا ـ آدم ني نا چايو چايو

٥ـ قبر نهين هي وچ خاڪي دي ـ شريعت شور مچايو مچايو

١٩

آدم لي هت آيو آهيان ـ سير صورت جو سانگ بنائي

١ـ ”انا احمد بلا ميمي“ ـ ب ـ ت وارو نيک انائي

٢ـ ”خلق الآدم عليٰ صورته“ ـ پرت پوشاڪ پريت جي پائي

٣ـ ”سري انا سره“ لي هت ـ صاف سچو آواز سڻائي

٤ـ نينهان لي ذر ناظر نوري ـ رمز رحماني روح رلائي

٥ـ شهنشاهي هان مان چائي ـ خاڪي نام خاص رکائي

(٢٠)

رائي ٻنهجي رمزين رنجهي۔
آدم جي اثبات ۾ آيس – ذات مثالي ذات ۾ آيس۔

١- باطن ٻيک جو ٻڙدو لاهي – ڏيه ڏسڻ جي ڏات ۾ آيس۔
٢- جوڙ ٻهانو ٻيک بشر جو – ٻرهم واري ٻات ۾ آيس۔
٣- ڪري عبديت جو هت اولو – احمد جي نقشات ۾ آيس۔
٤- احد ۾ ميم معشوقي ملائي – "لا" واري هت لات ۾ آيس۔
٥- نوري "خاڪي" ميل ملائي –

(٢١)

آهي سير تي آيو شاهه ڏٺي
قرب جي ڪامل ڪشتي ڪٽي۔

١- وحدت واري ڳالهه چڙي - لعل آبو لڪپال اڏي - تي گولو آدم پاڻ گڏي
ڳجهي ڳالهه ڳنڍي ڳجهه ڳوهه ڳٺي۔
٢- رستو چائي اثباتيءَ جو - سير چڙي سپ ذاتيءَ جو - ڏئي داءُ مئي سرگهاتيءَ جو
وجهي وڻو ٻوءِ جي ڦاڙ ڦٽي۔
٣- نيزا نينهن سندا نبشان ڪوڙي - دئي، حرص، دغائي سڀ ڇوڙي - ڏکي پيائي کي تهدل ٻوڙي
آبو حسن جو هل هنگام هٽي۔
٤- لکين عاشق، شائق ٿيا شيدا - ڪئي آيا، ويا تي هت پيدا - واه بات برهم جي حال هويدا
"ونحن" وائي وات هٽي۔
٥- جبڪي غازي گوهر هت ٿيندا - سي سرڙو اڇي ٻڙ تي ڏيندا - ٻڪي پرت جو پيالو سي پيئندا
خاڪي عشق سان سيئي اڙائي اٽي۔

(٢٢)

آهيان مان دين ڪان فارغ – ٻچو ڇو ٿا ملان قاضي
١- ناهيان منجهه بار ديندارن - ناهيان منجهه يار تڪرارن - ناهيان منجهه استغفار...
.... آهيان خود رمز ۾ راضي...
- ناهيان جاٿلڙ وظائف مان - ناهيان ڪندڙ طوائف مان - ناهيان پڙهندڙ مصحف ما...
.... آهيان مان خود آوازي...

٣- ناهيان ڏوهي، ثوابي مان - ناهيان سوالي، جوابي مان - ناهيان سجاڳ، خوابي مان

.... آهيان سڀ ڪجهه جي بازي ....

٤- ناهيان صالح صفاتيءَ ۾ - ناهيان وعده وفائيءَ ۾ - ناهيان ڪنهنجي جدائيءَ ۾

.... آهيان خود نياز ۽ نيازي ....

٥- ناهيان ديوان نا هوشيار - ناهيان سينگار نا جنسار - ناهيان مان ڪنهن ڪنان بيزار

.... آهيان مان خود فياضي ....

٦- ناهيان چاول مان ڪنهنجو - ناهيان پاليل مان ڪنهنجو - ناهيان آندل مان ڪنهنجو

.... آهيان خود خاص آغازي ....

٧- ناهيان معشوق نا عاشق - ناهيان حسين نالائق - ناهيان مان شوق نا شائق

.... آهيان داور درازي ....

٨- ناهيان "خاڪي" خدا آهيان - ناهيان فنا بقا آهيان - ناهيان نا پيد پيدا آهيان

... آهيان مقبول محمد ماضي ...

## (٢٣)

آهيان آءٌ ڀڳوان - ڀيڪ بشر آ منهنجو بهانو

١- "ڪل سبرو فل" ساز بنايم - صورت جو سبحان

٢- قادر مان هان - قيوم به مان هان - راحم مان رحمان

٣- قول قران ٻول آ منهنجو - فيض فتر فرقان

٤- روزي ڏيندڙ رازق سڀ جو - پرم آهيان ڀڳوان

٥- دور دنيائي سبر آ منهنجو - جاري جلوو جهان

٦- پيار مان نالو خاڪي رکايم - شوقان تي شادان.

(۲۴)

آهيان آءُ پنهوان - پرم پلائي سپ سان منهنجي

(۱) نام نفيءَ مان ثي اثباتي - بي ذاتيءَ مان ثي هت ذاتي
آيس بڻ انسان - دم دمائي سپ سان منهنجي

(۲) علي كل شيءِ محيط پنهاني - "قم باذني" حكمراني
"كن فيكون" فرمان - حكم هلائي سپ سان منهنجي

(۳) بي صورت مان صورت پائي - نالو نام آيس ڏرائي
نينهان تيس نيشان - نظر نمائي سپ سان منهنجي

(۴) عرشان فرش ثي ثيم سيلاني - موج محبت وچان ميداني
اڏيم هت آستان - كرم كمائي سپ سان منهنجي

(۵) خاكي چولي م پاڻ چپايم - برت مان جامون اهوئي پايم
شوقان ثيم شادان - سير سجائي سپ سان منهنجي

(۲۵)

آيو فرش - اتان عرش - چڏي كوس قرارو
نيهي نقش - كرڻ رقص - پرورش - پيارو

۱- غني غازي - وجهڻ بازي - ثي نازي - نامي
كرڻ راضي - جڳ سازي - نينهن نيازي - نيارو

۲- لنو لائي - ڳڻ ڳائي - چاكي چائي - چوڏر
برت پائي - پنهنجي رائي - سنگ سهائي - سونهارو

۳- كرڻ لاتيون - برهم باتيون - ڏينهان راتيون - ڏاتر
ترت تاتيون - پائڻ جهاتيون - ثيڻ ذاتيون - جيارو

۴- اهو ساقي - اهو هاكي - اهو "خاكي" - خاوند
اهو باقي - اهو ياقي - اوطاقي - خدارو .

# ڪلام سر پيروين

آبو آه چاهان چاه، سخي ساه، سرور ـ ڪاهان ڪاه، ناهان ناه، راهان راه، رهبر.

۱- اهو آه، بيو ناه، وبساه ونهجان
بره باه، جلوي جاه، ڪج ڪلاه، انور

۲- حاصل حال، ڪنڊ ڪلال، خاصي خال، خدا خود،
ڪري پال، نور نهال، ننگهال، نگور

۳- الف انگ، سوزان سنگ، رنگي رنگ؛ رانول،
وره ونگ، جنگي جنگ؛ دليون دنگ، دلبر

۴- نوري نام، رهبر رام؛ جوشي جام، جباري
محبت مام، هٺي هام، پري گام، صفدر

۵- هٺي هل، ڪري غل، ٻٺي گل، بانڪو
تلان تل؛ جهلان جهل؛ نايل؛ نامر؛ اهو سر

۶- بره باز، رام راز، دمساز درازي
ڪرڻ ناز، بي انداز، نوري نياز، آبو نر

۷- جوشان جوش، هوشان هوش، روشان روش، رب خود
نوشان نوش، خاموش، "خاڪي" پوش؛ پرور.

(۳۷)

آدم آهي سر رباني ـ ثابت قول قراني ـ حق حقاني

۱- عرش اتان چا فرش تي آبو ـ احد منجهائون احمد چوابو
ساڳي سر سبحاني ـ رخ رحماني

۲- آدم شاهي شان وڏو آ ـ هر هنڌ تنهنجو مان وڏو آ
چوڏهن طبق طولاني ـ عرب ايراني

۳- شوقئون آبو شوقئون ونڊو ـ پوندو پولو ڪوئي هوندو
فنا هوندو نا فاني ـ هر دو جهاني

۴- نور نظارو هر جا هادي ـ عشق اوطارو هر جا هادي
رند تي چاڙ رنداني ـ سر صمداني

۵- ماڳ مدامي محب آ منور ـ الک اوتاري آدم انور
خاڪي سر سلطاني ـ ذات نوراني.

٢٨

آڳم عشق آيو سر ڪاهه ڪري - شيران شير شاها ڳجگاهه ڪري
زاهر، زور، زبر سر آهه ڪري - سازن سوز سين چايم چاهه ڪري

١- غازي گوهر سندي ڳجڪار سٽي - ڦٽي جگر، ڦقڙ ڦڙ ڪار گهٽي،
ويو مار ڪري چنبي چاني ڪٽي - جلوو جابر جنگي جنگ ڏاهه ڪري.

٢- سڀ ويس ويا دل وهه ٿي وڳا - خيما برهه سندا جڏهن جيءَ ۾ لڳا
مٽ، مانٽ ڇريو سڀ ڇون سڳا - اسان رمز وتي رندي راهه ڪري

٣- ٿيا، روزا، نمازان ترڪ سڀئي - بنا عشق چاتم ڪل فرق سڀئي
مستي موج ڪيم من مرڪ سڀئي - عشق عليا ڪنيم پناهه ڪري.

٤- بيخود بات چڙهي سر تات سدا - واني وات هلي هڪ ذات خدا
ناهي ذات ظهور ذات جدا - ويو "ونحن" آ - آگاهه ڪري.

٥- خاڪي !خودي!بيخود آ پاڻ ٻهو - ڏسو خيال!سان سور نه ڪنهنجو ڇٽيو
مهران محبت جي آ سام مٽيو - پهريو پوش بشر ڪلاهه ڪري.

٢٩

## ڪلام سرائڪي

بيشڪ ڙمحب مٺي جو من ۾ محڪم آه مڪان ميان
پاءِ جهاتي، تون ڏاهو ٿي، ڏس ڏري ڪو ته ڏيان ميان.

١- سورج چندر تارا اندر ملڪ فلڪ آسمان ميان
عرش فرش اندر ساجن سر سبحان ميان

٢- ظلمات بحر آ نور به اندر سر سچو عرفان ميان
توريت زبور انجيل آ اندر گرنٿ حديث قرآن ميان

٣- شاستر گيتا پوٿيون اندر ويد نامان ڀڳوان ميان
ڪرشن لڇمڻ رام به اندر، گوتم ڪنيو ڪاڻ ميان

٤- ساڌو سنت سامي اندر شاهه گدا سلطان ميان
عاشق عشق معشوق اندر مستي ني ميدان ميان

٥- گل ڦل باغ بهار به اندر، آهه سچو بوستان ميان
مفتي قاضي شر به اندر گوڙ وڏو گمسان ميان

٦- ظاهر باطن سير آ اندر، طول طويل بيان ميان
هڻ ٽپي تون "خاڪي" اندر قائم رهه مستان ميان

٣٠

برهه جي باه سان بانکو - پلي آيو پلي آيو - پلي آيو پلي آيو
تري تاروانهون تانکوو - پلي آيو پلي آيو - پلي آيو پلي آيو

١- آيو آدم آ ڏوتي - لالڻ لا غرض لاهوتي - لنگهي سو "لا" وارو لانگهو پلي آيو
٢- ٻنجي سر سچو سارو - محبت موج جو مارو - ماڻي من ماڻ مهانگو پلي آيو
٣- کٿي هت عشق آندو - رهيو جمعي هيو واندو - سٺي آيو سچو سانگو پلي آيو
٤- لطيفي لنڱولنوڻ لاتيون - پاڻڻ کي پيارجون جهاتيون - خاڪي خاصو ٻٺي نانگو پلي آيو

٣١

پڃجي درياهه حيرت ۾ چيم اسرار کهڙو هي
نقش نقاش سر ساڳي چيم جنسار کهڙو هي.

١- ڳاهي مجاز تي مان مست - ڏسي صورت عجب سهڻي،
ڳاهي مفتون مٿي پنهنجي - چيم ديدار کهڙو هي.
٢- ڳاهي حسين صورت مان - ڳاهي کوجهي ۽ کملي مان،
ڳاهي شعلا حسن شم شم - چيم سينگار کهڙو هي.
٣- ڳاهي سيلان خود سيري - ڳاهي يکجاءِ اسيرام،
اچي منجهه عبديت مان - چيم آزار کهڙو هي.
٤- ڳاهي منجهه عشق آزادي - رهي لا غرض هٿان فلکان،
بوليمّ بولي اناالحق جي - چيم بردار کهڙو هي.
٥- ڳاهي زنديق ملحد ٿي - رهيم بي دين بيڙو مان،
ڳاهي خاکي خدايم ٿي - چيم واپار کهڙو هي.

٣٢

پاڻي بشري چاکي چولو — آدم ٻنجي الله آيو

(١) اکيون کولي ڏسي کوني — آهي ڏولڻ ساڳي سوني
رهي مفتون محبت اوني — راني پنهنجي آ رنگ لايو
(٢) وندائڻ يار آيو ياري — عشاقن لئه برهه باري
کنوڻ هيءَ راند کليل ساري — پرجهي ٻير توهين پايو
(٣) سچائو سر اهو سارو — اناالحق جو هٿي نعرو
وٺي وحدت سندو چارو — کڏي هي دار سر چايو
(٤) رکو نا خوف کو خطرو — هئو نا بوءِ کو قطرو
وڏي اڳتي وٺو بکرو — اندر ۾ رام ريجهايو
(٥) خاکي جا خيال سڀ ويڙا — هاديءَ پاڻا جڏهن ليڙا
بدن بستان ڳل ٽيڙا — بهاري برهه ۾ مايو.

(٣٣)

آهين تہ حقاني

پرتان پاڻ پڇاڻ – سرت سڃاڻي سڃاڻ

١- نام نفي آن نج نرواري – واحد وچ ٿي وتاڻ.

٢- مندل محبت من ميخانا – چاڻ چاڙو ٿي چاڻ.

٣- سوز سورن جو تونهين سالڪ – کورا، کوها، ڪن ڪاڻ.

٤- مچ بخارا آتش تون آن – خاڪي پاڻ ڏي تاڻ.

٥- ”ونحن اقرب“ ويڙهي ويهي

(٣٤)

پنهنجا تماشا پاڻ، پاڻ ڏسي ٿو پاڻ پسي ٿو

١- ڪاٿي اميري وزيري چائي، ڪاٿي پيري فقيري پائي
ڪاٿي عاشق ٿي لنو لائي، ورهہ وجهي واڪاڻ

٢- ڪاٿي ٿي منصور مارائين، ڪاٿي ٿي کل شمش لهائين
ڪاٿي ٿي سرمد ڪٽائين، پنهنجي پرت پتاڻ

٣- ڪاٿي شريعت ساڻ ملائي، ڪاٿي طريقت ترڪ تالائي
ڪاٿي معرفت مک مولائي، حقيقت حق جا ماڻ

٤- ڪاٿي پٽ برهمڻ جوڳي، ڪاٿي لالچ منجهہ ٿي لولي
ڪاٿي ورد وظيفي پوڳين، ملڪين وجهي تہ ماندا

٥- ڪاٿي بت پرست پوڄاري؛ ڪاٿي مسجد منبر مناري
ڪاٿي آپي آپ پوڄاري، پنهنجي ڪري ٿو بدا

٦- ڪاٿي ٻڌي مخدوم مدامي، ڪاٿي ملان قاضي ڪلامي
ڪاٿي نامي عامي غلامي، سڃا ڻي ساري تہ سڃا

٧- ڪاٿي ڪيريون ڪتڪ نچائي، ڪاٿي باجا بگل بجائي
ڪاٿي مک ٿي مولود سڻائي، ڏيئي شريعت اهڃا

٨- ڪاٿي گڙدو ڪلئونت ڪوئائي، ڪاٿي راڳي ربابي سڻائي
ڪاٿي ناچون نات چوائي، ڪل چاڻي هي چا

٩- ڪاٿي خوش خال سرخواريءَ، ڪاٿي ساره سونهن ستاريءَ
ڪاٿي ناٿي نام نياريءَ؛ پڌل سڀ سان ٻا

١٠- ڪاٿي ”خاڪي“ گيان پڳت ۾، ڪاٿي لائق لعل لڳت ۾
ڪاٿي ساڌو ساڌ سنگت ۾، وسائي هر جا وتاڻ.

(۳۵)

پيالا برت مان جاري - ڏنا سڄڻ ڏنا سڄڻ ڏنا سڄڻ ڏنا سڄڻ

ڪري سڌ سرت سرداري - ڏنا سڄڻ ڏنا سڄڻ ڏنا سڄڻ ڏنا سڄڻ

۱- پسيم پوءِ پاڻ پيڻ سان - سافر سرڪيءَ ڏيڻ سان - سوتو قلبل جيڻ سان - ٻٽيم ڏاتر ڏاتاري

۲- ڪلي اک عشق جي عالي-لڳي لون لون اندر اعلي - برهان برہ بهالي - ٻٽيم پوءِ شاہ هزاري

۳- وجودان ويا وهم وهمي - لا الله لاف دم احمي - صفاتي صاف ٿي بيسمي - ٻٽيم پوءِ دم ديداري

۴- نظاري نور نوريءَ سان - هڪو هوبہم حضوري سان-پيون مرن پيچ شڪوري سان-تہم پوءِ سراسراري

۵- خاڪي خاصي خيالن تي حقيقي حال حالن تي - الله جي اجمالن تي - ٻٽيم پوءِ نور نياري.

(۳۶)

برت پيار پيو آ پيش - پاڻ پيارو پاڻ پاڻ

برهم بار دمساز - نور نيارو پاڻ پاڻ

۱- جغت جوڙ جڳ- جهاني جلوي گرآ جبار - صورت ساڳي محب ماڳي - سو ستارو پاڻ پاڻ.

۲- نوري نيهي نيهن ناتي نام ۾ نروار ٿيو - آدم اواو پڇي پولو - آيو ڪوهيارو پاڻ پاڻ.

۳- محومستان مست ٿي مچ مچائي موج من - ڪيف ڪلال - ڌم ڌمال-جوش جالارو پاڻ پاڻ

۴- وحدت وارث وصي والي واحد ويس آدم ٿيو-حاصل حال خاص خيال - سو سونهارو پاڻ پاڻ.

۵- شهنشاه شوق شتاب شيرشاہ خاڪي ٿيو - نينهن نواب چائي تاب - سو سچارو پاڻ پاڻ.

(۳۷)

پاڻ آيو آ پاڻ آيو آ - پنهنجي هن سنسار ۾ - اسرار ۾

۱. ڪاٿي دم انا الحق مارئين - ڪاٿي راوڻ لنڪا ساڙئين
ڪاٿي قتل تلوار ۾ - اسڪار ۾....

۲. ڪاٿي چيرائين پاڻ ٿي پنهنجو - ڪاٿي خيال ناڪيئين ڪنهنجو
ڪاٿي ڪرت ڪپار ۾ - ٻلهار ۾...

۳. ڪاٿي ٿيڙو مجنو ليلي - ڪاٿي پانهو ٿيڙو پهلي
ڪاٿي ولئين چوڏار ۾ - ولهار ۾....

۴. ڪاٿي يوسف ٿي تہ وڪاڻو - ڪاٿي زليخا، موسل ماٺو
ڪاٿي خريدار ۾- خمار ۾.......

۵. ڪاٿي رائي خاڪي ٿيڙو - ڪاٿي محبت موج ۾ پيڙو
ڪاٿي آدم جنسار ۾ - ديدار ۾.

۳۸

تو نهين تون آن ـ تو نهين تون آ ـ ٻيو ناهي ڪو ٻيو ئي آهه اهوئي

۱ـ آدم سورت دم آ دلبر ـ صورت ساڳي سوئي ـ آهه اهوئي

۲ـ ”سميع بصير“ صاف سبحانا ـ غير ڇوي نا ڪوئي ـ آهه اهوئي

۳ـ راز وڇان ٿيو رازق اظهر ـ سالڪ سير سڀوئي ـ آهه اهوئي

۴ـ خاڪي پوش ۾ لڪ لڪايس ـ هادي هڪ هڪوئي ـ آهه اهوئي

۳۹

تاروئي تون تر ـــ موج انهيءَ ۾

۱ـ ٻو ٻولو تون مور نه پانئج ـــ نور نسنگ آن نر .

۲ـ توڪل ترهو تڪيو تون آن ـــ قلزم قرب جو جر .

۳ـ خوب خطابي خاص چمڪ سان ـــ آهين خدائي گهر .

۴ـ قرب قراري قادر تون آن ـــ ڪڻ قهاري ڪر .

۵ـ اناالحق جو هردي خاڪي ـــ هڻ هائي تون هر .

۴۰

ثابت سورن سان سازي ـــ مولا ما ٿهوٿي آيو

۱ـ سوتو قبل محاتي ـ ”لا“ جي اثائي ڪاتي ـ عرشان اڇي اوقاتي
حالي ٿيو آ ماضي

۲ـ ذوقان ظهورو ذاتي ـ پائڻ آيو آ جهاتي ـ ڇائي ڇولو صفاتي
رازق رضا ۾ راضي

۳ـ صورت ٻٽي ميان ساڳي ـ من ڪي ٻنائي ماڳي ـ رب ٿي رٻابي راڳي
ڪيڏڻ آيو آ بازي

۴ـ حيرت حسن هلائي ـ ڪيڏون ڪلي ڪيلائي ـ گل مل من ملائي
آيو غني ٿي غازي

۵ـ خاڪي خيال کهڙو ـ علي الله اهڙو ـ تهدل تو هين ٻه ٿهڙو
آهين الله آ غازي.

(٤١)

ٿو هڻان نعرا انا الحق ڇا ڪندا قاضي ملا - ڪهڙو شريعت سان درڪ ڇا ڪندا قاضي ملا

١- دين ۽ ايمان اندر منجهه دنيا مان ڪنيان - رڳي محبت مون مرڪ ڇا ڪندا قاضي ملا

٢- مان الله ۾ الله مون ۾ گم آ غياب گر - ڪبرم غلامي ڪل غرق ڇا ڪندا قاضي ملا

٣- بس رمز ۽ راند منهنجي بره جوهان بانورو - ناهي الله وچ مون فرق ڇا ڪندا قاضي ملا

٤- بازي منهنجي آ بيخودي-راز منهنجو سبري- بيچون هان ناهي شرڪ ڇا ڪندا قاضي ملا

٥- عرش تي عالي هيم- فرش تي خاڪي فقير- صورت احمد عشق ڇا ڪندا قاضي ملا.

(٤٢)

گرجو جوڳي مان هان يوڳي - مرلي دم وڄايان ٿو "لا" سان لنو لڳايان ٿو.

١- دم ۾ دم دما دم دمدم - دلبر درس دمايان ٿو<br>
لا اله الا الله چاڙهي لاهي - ڪيل اهو ته ڪيلايان ٿو

٢- وڃي وحدت ويءَ ۾ واندووڪ وصل وڌايان ٿو<br>
واصل وبر وريام ولايت تي مان ورهه وسايان ٿو

٣- مام محبت ۽ موج مدامي مڪ تي ملهه ملهايان ٿو<br>
راز رندانو رمز روحي رانول روپ رلايان ٿو

٤- نوش نوشان ڪر نيهي نظارا نر نوري تي سمايان ٿو<br>
نانگو نانڪ نات نفي تي نرمل نينهن نيايان ٿو

٥- خوب خوبان خوش خيال ڪمائي خاص خيال برايان ٿو<br>
خوءِ خدائيءَ خاصو خاڪي تي خام خيال ڌڪايان ٿو

(٤٠)

ڳالهه سنوري سر تو سچي - درس ٿيڙو دليئون يار

١. سي ڳني سي طلب تي تمنا - موج ۾ منڙو پيو ته مچي

٢. خام خيال هيو جو هردي - پختو ٿيڙو سو ته بچي

٣. فرض روزانا سي ادا ٿيا - ڏينهن ڳڻيندي اڄ اچي

٤. ڪمو قبلو قلب جو ٿيڙو - رڳ رڳ رانول ودو ته رچي

٥. خاص خيالن خاڪي خوشيان - نينهن ۾ نيئي ڏسو نچي

(٤٤)

تنهنجي بقا تنهنجي بقا - لا جي لقا، لا جي لقا

هي وٺو هو ٿي پيو - حاصل حقا، حاصل حقا

١- محو سر معبود تنهنجو - سجدو، مسجود تنهنجو - بود مان نابود تنهنجو
خود کما ۽ خود مڪا ....

٢- اسم و جسم تارڪ ترڪ - گرگيان ۾ سارو غرق - نج نفي ناڪو فرق
تنهنجو صفا ساقي سخا ....

٣- دم دائم خود دائما ڪيني ڪلاڻي قائما - رازق رضا راحما
وحدت وفا برهين عطا ....

٤- صفات وٺو خاڪي سچو - ثابت ٿيو ساقي سچو - ناٿو اٿو چاڪي سچو
ٿيو خود خدا مرحبا بجا ....

(٤٥)

دم هي پاڪ الپاڪ - پاڪ ناپاڪ کي پاڪ بنائي.

١- "ونفخت فيه من روحي" هي دم - "لا تحرڪ" دم دا ڪل ڪم
زير زبر افلاڪ - دم سڀ حڪمت حڪم هلائي.

٢- دم آهي ديدار هي سارو - دم پيو ٿيو صورت نظارو
دم مالڪ لولاڪ - پرتان اچي وٺو پاڻ پسائي.

٣- دم بيچون آهي بسر - سمجهه دم کي اڪمل اڪبر
دم ڏري اشتياق - چاهه برهه جو آيو چائي.

٤- اول آخر دم آهه بقائي - صورت مائل آ محب لقائي.
عاشق دم مشتاق - کيل لکين آيو روپ نهائي.

٥- دم کي صورت ذات الذاتي - پسچ عاشق ڪر اثباتي.
خاڪي خود پوشاڪ - الله آيو جڳ جوڙا جوڙائي.

(۴۶)

ذات مان هت ذات ٿي اثبات ۾ اظهار ٿيم.
بره جي بازار ۾ خود اچي نروار ٿيم.

۱- لا الله مان الا الله عشق اِنو آر ڪيو،
نينهن جڏهين سر لکيو وحدت ڪنان بيزار ٿيم.

۲- بيخودي بانڪي پچي واه وسايو بره سر،
ڪنو ٿين سندي خمار ڪان ڳاجن گوڙن گڪار ٿيم.

۳- ميخان ۾ محڪم منڊل مينگهي مدامي ٿيا مدام
بر مٽيءَ مٽي سندي مستن سند و خمار ٿيم.

۴- خاص خوشيءَ خرقو خاڪي خان ٿي پاتم پڪو،
خود خدائي خيال ڪيائي سرسچل سچار ٿيم.

(۴۷)

ذاتيءَ ظهورو ذات هڪڙو آدمي حنسار ۾
نينهه نعرو پوءِ هنيو حسن جي ديدار ۾

۱- ملڪن مٿي احڪام ٿيو آدم سندو سجدو ڪيو
جو مڙي ٿيو دور شيطان لعنتي ڦنڪار ۾.

۲- راڻي پنهنجي يار رانول عرش کان آيو ارض
باغ ٿيا بوستان بري وحدتي وهنوار ۾.

۳- ڪائي ڪڏي ڪربل کهي ٿي ڪنڌ ڪٽايا ڪوڏ سان
ڪائي ٿي گهائي گهرٽ پيڙيا شهاد تي شمار ۾

۴- ڪائي ته مجنون ٿي حيراني بحر ۾ ٿر ڦريو
ڪائي ته يوسف لئي ذليخا پاڻ ٿيو خريدار ۾

۵- خيال چائي خاص خاڪي ٿيو هڪو هڪ يار سان
دم پنهنجي ۾ دم دماني پوءِ پيو نروار ۾.

(۳۸)

ذات اسان جي آهي اظهر - ويد ڪتاب قرانا

۱- هر مظهر آ شان اسان جو - عرش ڪرش آسمانا.
۲- عشق اسان جو، ذوق اسانجو - خود خدا پڳوانا.
۳- چارني طرفين طبل اسانجو - سنڌ، عرب، ايرانا.
۴- قدر جني ڪين سڃاتو - لعنت هنيان زندانا.
۵- خيال انهن جي خاڪي نمانو - هر درد، غماز ارمانا.

(۵۴)

جوڳي تي ميان جان جگر ۾ - جودان جوڙيئون جايون تا
پرت پرينءَ سان پاڙيئون تا ....

۱- "هو" جو هردي هل هٿي ميان - هام حلاج هلايون تا
نعرا نيهي نام لڳائي - ناتو نينهن نڀايون تا ....

۲- وحدت واري ويءَ ۾ وبهي - ويس وجود وڃايون تا ...
خيالن سان خيال ملائي خاصو - خام خيال لوڏايون تا

۳- صاف صفات ڏڪي ٿي ذاتي - "سرسري" تہ سڏايون تا
بيخود، بيسر بار اٺائي - انحد بين بجايون تا

۴- لاڳ لقا جو پرتان پائي - موج معراج ملهايون تا
لاحد لانگها لنگهي شريڪي - عشق آغاز ڪمايون تا

۵- خاڪي بانڪا بٽي بهادر - بيک پيوت بسايون تا
آڏوتي ٿي انگ استانا - الک سنان اڙايون تا

(۵۵)

جنساري برھ باري اسراري آدم،
حسن هاري - سنساري - اوتاري آدم.

۱- حيرت قدرت حيرت آيو،
صورت حيرت - شاهوڪاري آدم.

۲- تاٽي تاڻ - ڄاٽي ڄاڻ - ماٽي مان آيو،
پاٽان پاڻ انهيءَ پاڻ - پرت پياري آدم.

۳- پرت پيار پائي هار سينگار آيو،
ڪري سار رفتار جوش جاري آدم.

۴- ڇاڪي ڇولو - ڪري لولو روح رولو آيو،
ٿي گولو اڙي اولو اقراري آدم.

۵- خاڪي خاص ٿي اداس راس الراس آيو،
سرستار - صاف سچار - سرداري آدم.

( ٥ )

جو ڳي جنساري ٿي — ٻلي آئين جانا
پلي آئين جانا — ٻني انسانا

(١) مهر جا منڊڙا ملڪين چاڙهي — برت جا بستڪ سب ڪنهن باڙهي
محو ڪيئي من ٻنهنجي مڙئي — مگهن مستانا ....

(٢) انحد بين بره جي وڄائي — عشق جي آتش مچ مچائي
هر دل ڏيئي تڪو الانبو — ڪيئي حيرانا ...

(٣) بي مثليءَ ڪان مانگ مثل ۾ — رلمل پرڙين لاڳ تون ڪل ۾
”سري انا سره“ بوليئي — قول قرانا ...

(٤) ونحن اقرب عشق اجهاڳي — وجهي ورقو وچ تنهن ماڳي
رمز رلائي رندي — نفي ثئين نشانا ....

(٥) اچي هت بازي بره جي کوليئي — پاڻ تو پڇري اظهر بوليئي
اناالحق حلاجي نعري — ثئين عريانا ....

(٦) شوق ڪان تنزين بي اختيارا — الستي آران تنهن اظهارا
بو تو بيڪ بشري چائي — خاڪي ذي شانا ....

( ٧ )

خاص خيالين خود خدا ٿيو — خيال ۾ خيال ڪپائي يار
١- جسم، وجود ۽ جان وڄائي — راز ۾ راز رچائي يار
٢- نام، ناڀ ڪان ٿيو نرواري — رمز ۾ رمز رلائي يار
٣- وحدت وارو ويس وٽائي — ورق ۾ ورق ولائي يار
٤- حال ماضي ۾ حاضر ناظر — مام ۾ مام ملائي يار
٥- بٺت مي خاڪي پنهنجي چائي — حال ۾ حال هلائي يار

(٥٨)

خالق هيس خدا — عشق اچي مون ڳالو وڄايو
١- صورت ٻڄي سهڻي آيو — حيرت حسن تسا
٢- مستان، مست و محو مدامي — شائق ٿيس شيدا
٣- ويس وحدت مونکي وهٽيو — چوڙهم عرش سما
٤- صورت ساڳي سهڻل واري — ٻڄي ٿيم گدا
٥- عشق آئي تان ارض وکايو — ڏيئي خاڪي قبا.

(٥٩)

خماري خمر خاصي جا پياسي هون پياسي هون

وٽيءَ لڄي وٽ منيءَ تي محو اداسي هون اداسي هون

١- ڪلالي ڪيف خاني ۾ سوائي سرڪ جا سوالي،

صفا مسرور مستانا حيراسي هون حيراسي هون

٢- پيالا پرت پيمانا وٽڻ جي وار تي محڪم،

منگهن مخمور مئخاني جڳياسي هون جڳياسي هون

٣- خلل خواري خرابيءَ ۾ خاصا خود خوءِ خوشحالي،

موالي موج مدهوشي سنياسي هون سنياسي هون

٤- گياني گيان گر گم گم پيندڙ وٽيءَ سر جا،

نشي ناتي نياريءَ ۾ اياسي هون اياسي هون

٥- وفڪر فائق وفڪلن ۾ هميشه هونگ هو حق جي،

سچائي سڪ سنگهارن جي اقاسي هون اقاسي هون

٦- شرابي شير نشو چاڙهي ٻٽي عاشق شيرازي،

ربابن راڳ ۾ خاڪي ميراثي هون ميراثي هون

(٦٠)

خاص خدائي خيال - برقعو بقا مان - پاڪ پاڪائي

١- ظاهر و باطن نرمان نوري - حقي حقانو حال

٢- نفي نبج مان ذاتئون ذاتي - خوف نڪو مون قال

٣- ويس وجودي حال آ منهنجو - جسم جيءَ جمال

٤- رائي آيس رائي ويندس - نينهن نيهي مان نهال

٥- آوڻ، جاوڻ الٽان پلٽان - بازي منهنجي بحال

٦- صفت خاڪيءَ ۾ ٿيڙس صوفي - چائي قدم ڪمال

(٦١)

خيال سان خاصو خيال ملائي - پاڻ خاص خيال ميان

١ اول پاڻ پڇائين پنهنجو - سرت سان سار و حال ميان

٢ يار ڏسڻ سان ياري لاتم - بوءِ ٿيم نهال ميان

٣ ناهه ڪي خود ۾ آڻ ڪهين - ساڻ برهه بحال ميان

٤ پاٽ ياريءَ جو يار اٿائي - بڻيم محب مثال ميان

٥ احد وڃان ٿي آدم آيا - بيشڪ لعلان لال ميان

٦ ڪو خاڪيءَ ڪي ڪيڏ مان چاتو - ناتان درد ديال ميان

(٦٢)

خيال ڪمائي خيال - پيچوني‌ءَ جي پيڪ ۾ آيم

١ ٽڪڻ سر لنگهيا مي ٿيئي - بقا ڏي ته بحال ....

٢ رنگ رنگ ۾ بوءِ رلمل پائيم - جلوو پنهنجي جمال ..

٣ ڏسڻ پاڻ پسڻ ٿيو پنهنجو - قربان قرب ڪمال

٤ لا مڪاني ماڳ مدامي - وحدت ويس وصال ....

٥ "خاڪي" ڪر ٿي نام نفي ٿيو - عبد منجهان ته اقبال ....

(٦٣)

خاڪي خوش خيال سان ڦيري ڏٺو تان - خود خدا مين هون

زمين و عرش ۾ هر جاءِ - اظهر لا لقا مين هون

١- سراسر سر صورت مان - قائم قادر قدرت مان ،

مظهر ميم مورت مان - مالڪ و مڪا مين هون .

٢- نينهان ناظر نظاري مان - عرشان ارض اوتاري مان ،

راحم رحمت قهاري مان - اول آخر بقا مين هون .

٣- ورهه وارث وصالي مان - خوبان خوش خاص خصالي مان

لقائي لا ابالي مان - برهه باري بلا مين هون .

٤- لاهوتي لا مڪاني مان - سيري سڀ جاءِ سيلاني مان ،

نوري نرمل نداني مان - وحدت وير ولا مين هون .

٥- "خاڪي" خالق سندو خلق - جن و حورون سندو مالڪ ،

چندر سورج ڏيندڙ جهلڪ - عشق عامي عطا مين هون .

(٦٤)

چا نفي اثبات ڪيان مان ٻيو نہ ڪو آهي الله
برهم تو خهران ڏئي هي تان ٻيو نـــاهي الله

١- "ڪنزا" ڏسو قدوسي سري اعتبار ڪيو فرمان تي
سڀ شيء وئي ڏس تون لکيو محيط ڪر سماهي الله

٢- آخدا ينطق چون بصر سميع ۽ پڻ بــصير
تان خود مثل آدم اهو ڪهڙي شڪل چا ئي الله

٣- "ونفخت فيه" اظهر ٿيو من عرف صورت نور سان
گم ٿيو جو پاڻ ۾ سو ٿو بس چاڙهي لاهي الله

٤- عشق فقر حال واقف آ وڏو جو هن ڏنو
تـان اچي هن آر ۾ قصدان ٻيو ڪاهـــي الله

٥- ڏوهي گناهي نيڪ بد آ پاڻ ڀڄو پاڻ ۾
ڏس خاڪي اتي انا الحق ڪيئن چڙهيو ڦاهي الله

(٦٥)

عدم جي آشياني کي ڇڏي هتڙي آيو آهيان
لقائي لاڳ سر ٻائي اڏي - هتڙي آيو آهيان

١- احدان آدم منجهان احمد - نبهي نروار تي نانگو،
نظارو نور ناطق جو گڏي هتڙي آيو آهيان.

٢- عجب اوقات احديء جي عبدي پوش مون پاتو،
رکائي راز جا نالا تڏي هتڙي آيو آهيان.

٣- بمع باري برهم بازي حسن هو ڪو هٿي آيم،
مجازي مام جي محبا ڦڏي هتڙي آيو آهيان.

٤- "سري سره" ٻولي ٻولي قتل ۽ ڪات هٿ چائي
سوريء جو ساز سوزي مان اڏي هتڙي آيو آهيان

٥- خاڪي چولو خوشيان خاصو هوشان ٻائي هوشياري سان،
ضدان، ضد ذوق مان ذاتي وڏي هتڙي آيو آهيان.

(٦٦)

عشق آريءَ جي اظهر ڪيڙو - آيس آءٌ حيران ٿي ،
اکيون کليون حيرت واريون - آيس آءٌ مستان ٿي .

١- برهه واري بازي کيڏي آيس آءٌ بيران ٿي ،
پرت پريمي پي پيالو آيس آءٌ پيمان ٿي .

٢- هن گهر نڪري هن گهر هلي آيس آءٌ سلطان ٿي ،
آدم وارو ڪري اولو - آيس آءٌ انسان ٿي .

٣- صورت واري سر سان سهڻو آيس آءٌ سبحان ٿي ،
رنگ رنگ رنگي رلمل ٿي هت آيس آءٌ رحمان ٿي .

٤- سميع بصير سرسري ٿي آيس آءٌ پهلوان ٿي ،
"انا احمد بلا ميمي" آيس آءٌ سيلان ٿي .

٥- منصوري ميدان ملهائي آيس آءٌ مردان ٿي ،
اناالحق جو ماري نعرو آيس آءٌ پروان ٿي .

٦- خاڪي چولو خوشبان پائي آيس آءٌ خود خان ٿي ،
نوڙت نياز ڪرڻ هت پنهنجو آيس آءٌ عرفان ٿي .

(٦٧)

عشق جو ڪلمو پڙهي — ورق ورايم سڀ پيا .

١- لا اله سان لنو لڳايم — تان شعلا سر شوق پيا .

٢- هوڪي هردي ڪيم قراري - تان پريا جند ۾ ڏيا .

٣- سر سڄائي سر سڄاتم - تان خطرا سڀ ويا .

٤- صاف جان سينو ٿيو — تان پاتا لعلڻ ليا .

٥- مهر ڪئي خاڪي موراڳي — تان روشن سڀ راز ٿيا .

(٦٨)

عشق اچي مون سان ڪئي ڪئي - اچ پرم پلائي يار ميان

١- ڀريان اچڻ سان ياڪر پاتو - سينو سيني سان لائق لاتو
توڙ نباهي نيهي ناتو - ٻوسو ڳلن تي ڏني ڏني - پوءِ نظر ملائي يار ميان

٢- رلي عجيبن پيتا پيالا - نينهن نشي جا ناڻ نرالا - موج محبت جا مٺا متوالا
جڏهن مليا سي ٻئي ٻئي - ٿيڙي واعدي وفائي يار ميان

٣- ڪليو ناظر نور نوراني - حسن شعلو سر سبحاني - خيال لنگهيو لا حد مڪاني
بات ٻت جي ونئي ونئي - رمزيءَ رمز رلائي يار ميان

٤- سام سلي پوءِ ساري منصوري - هرجا هليو حڪم حضوري - خيال خدائي ڀر ڀر پوري
هرجا نظر پوءِ ٻئي پئي - جڏهن وحدت آئي يار ميان

٥- لهر لاهوتي لڳي ته لقائي - برهه واري عجب بقائي - ويڙو وڇوڙو ٿيڙي ايڪائي
خاڪي ڏٺئين هئين چئي چئي - هوندس ڳڏ ته سدائي يار ميان

(٦٩)

عشق سارو امداد اسان تي - سنگر ڪيو ته عطائي - ڏني بقائي .

١- ڪاڻ ڪمي نا غرض ڪنهنجي - خود خود مان ته خدائي - لعل لقائي .

٢- بيخود بحر بيچوني بيسر - پوتر مان ته پاڪائي - جابر جائي .

٣- واحد وحدت والي ولايت - ورهه مان ته وسائي - برهه بتائي .

٤- دائم ڪل ڪل قائم قادر - نوري مان ته نمائي - بيک بنائي .

٥- ساقي سرڪ سوائي سالڪ - صوفي مان ته صفائي - صاف صدائي .

٦- جذب جنس بجنسين جاني - سڀ ۾ مان ته سهائي - راز رضائي .

٧- خاڪي خالق خلقٺهاري - سچل مان ته سچائي - موج موجائي .

(٧٠)

عرشان آيو الهي فرش ڪري اوتارو - جڙتون جهان جفتون جملي جهان جالارو .

١- ڏيهان ڏسڻ ڏهاڙي ڏيهان ڏيهي ڏيڪارو - پرتان هريمي آيو پنهنجو پسڻ پسارو .

٢- پيوند پيارو پجري پختو آ پيچ پاتو - پيادل پڌر پنهاني پيڙو برين پيارو .

٣- گوهر آبو آ گهنور رچائي گوندر ۾ غم ڪي - غازي غمازي گياني هتڙي ڪرڻ گذارو .

٤- ڪبڏو قصد قربيءَ ڪبڙو هتي آڪامل - آيو ڪهي آڪئي ڪوهه قاف ڪئي ڪوهبارو .

٥- رمزون رندن سجاتيون نوري ٿئي نوراني - نالو خاڪي رکائي هتڙي ڪبئين واڌارو .

(٧١)

عرش کان الهي آيا اعرابي - هيڙا جيئي نور نقابي .

١- برتان پيش وجي تن پيڙيم - ڪڍيئون من جي خام خرابي .

٢- ساڻ نظر جي نيهي ڪيئون - رڳ رڳ "هو" سان ٿي تہ ربابي .

٣- خاص خاصان خود خاص ڪيائون - ناظر ڪيڙئون نينهن نيابي .

٤- "خاڪي" شڪر جو وعدا پڙيا - لـــتا الـــوحي سوال جوابي .

(٧٢)

عام ڪي آهي ڪل ڪهڙي - اسان ويس ڏکيون تا پيلا وو يار .

١- عاشق شائق آهيون شيدائي - دائـــم درد رســـيلا وو يار .

٢- بيچوني بيمثل ٿون بيخود - اصل آهيون تـــہ اصـــيلا وو يار .

٣- ڪل شيء اندر وسندڙ آهيون - راز رنگيءَ جا رسيلا وو يار .

٤- مشڪل ڪشائي ڪم اسانجا - خاڪي هـــرڪس حيلا وو يار .

(٧٣)

عشق جي آرم آهيان - پنهل جي پيار م آهيان

دائم ديدار م آهيان - مدامي مست مولائي .

١- سدائين برنشي آهيان - بموجان موج ٿو پانيان ،

نفي چاڙهي نفي لاهيان - شدم در برهہ بقائي ....

٢- حسن حيرت حيرانو - سدا مسرور مستانو ،

درس دمدم - آهيان مشتاق موجائي ....

٣- برهہ جي بحر جو تارو - مهاتم محب مک مارو ،

لهندڙ ڪک پن سارو - خدا آهيان مان خدائي ....

٤- موالي ڪيف ڪلاي هان - بالا برهين بحالي هان ،

ناظر ناتي نهال هان - لاهوتي لعل لاثاني ....

٥- سخائي سر سخي صافي - قائم هان قرب ۾ ڪافي ،

خاڪي تن ۾ مان طوافي - شائق مان شوق شيدائي ....

[٧٤]

راز ساري جو رازق مان هان - خالق، مالڪ، ستار
١- رمز رحيمي جو هان راحم - سڀ سان ماضي، حالي، اسرار
٢- شائق شيدا سڀ هن سنهنجا - آهيان محب مان سڀ مختيار
٣- بيڪ ساري جو آهيان سازيندڙ - جوڙ جڳت ۾ جڳ جبار
٤- عشق جي ميخاني جو ساقي - صوفي آهيان مان ته سچا
٥- خاڪي ڪم نه قطرو سچل ڳان - خيال خدا جو آه خمار.

[٧٥]

رنگ اهو ته رچايو سي - محبت مچ مچايو سي
١ ڪن فيڪوني قول سان سارو - بيڪ اهو ته بنايو سي
٢ حوا، آدم بهشت منجهائون - ترتان ترت تڙايو سي
٣ آل اولاد سان شاهه عليءَ ڪي - ڪفر هٿ ڪهايو سي
٤ منصور جهڙو مرد مولائي - سوليءَ سو ته چڙهايو سي
٥ زڪريا ڪي ڪرت وچهائي - ٽڪرا په ته ڪرايو سي
٦ سان تجلي طور سچوئي - جبل سو ته جلايو سي
٧ "انا الحق" جو هئي نعرو - هو ڪو حلاج هلايو سي
٨ آدم وارو ڪري اولو - خاڪي نام ڌرايو سي

[٧٦]

روپ رانول رمز رنديءَ جي سدا قائم اسان
درد دلبر دود دونهان. عشق جا دائم اسان

١ موج محبت مٿي برسني - من ۾ ماتم محب جو
روز روزان راز رانول رند آ- راحم اسان
٢ برهه باري بار باري سر مٿي آ بيشمار
سر عشاقن عشق جو آهن لڪين مڪارم اسان
٣ نروار ٿي نانگا نيهي ٿا نچئون حق لبنهن ۾
برهه جا بردار ٿيا سي برسري تراحم اسان
٤ عشق اعلي آهه ڪاهه سان سدا دلشاد هون
پرت سڪ سوز ۾ صادق صفا صائم اسان
٥ واهه جو خاڪيءَ شان ٿيو شهنشاهه آستان ٿيو
ذاتي ظهور و ظاهر باطن من ٿيو ساهما سان

(٧٧)

سير ڪرڻ لئہ يار سهسين - ويس وڳا ڪيا جوڙ جنسار ....

١- ٺهه ٺهه ؛ ٺهه ڪري سي هلين - ساڻ سڻيءَ هي خوش رفتار

٢- گل گلابيءَ سان خوشبوءِ ۾ خوش - وڻ ٽڻ واسي ڪيئون هڪار

٣- مار دو ناليون ديدون ازائن - ساڻ منيءَ سي خوش گفتار

٤- وري ور وارن سان ڏيئي - ڏنگن واسينگن جان وارو وار

٥- ڏئي اشارا عشق محبت جا - موهي قتل جي ڪن ڪوڪار

٦- "خاڪي" نيهيءَ جو نماءُ ڏنو سي - سيل سندس آ سڀ سنسار

(٧٨)

سرسري سبحان، آهيان - انا الحق ·

١- موج معلى منصور مدامي - مرسل مهدي منان - آهيان

٢- قائم ڪار ڪلالي قادر - ڪعبو ڪلمون قرآن - آهيان

٣- رمز رندي وچ راغب رلمل - راحم رب رحمان - آهيان

٤- سولي سيج ساز سينگاري - سبري سچ سيلان - آهيان

٥- پاڪ پريمي پراتم پاؤن - پرت پتنگ پروان آهيان

٦- خاڪي خود خدائيءَ خاصو- خالق خلقدا خان - آهيان

(٧٩)

سرسري سبحان - غازي گر غفور آهيان - حاضر حال حضور آهيان

١- سالڪ اهوئي سر سڃاڻن - بيڪ سندي هي مام پڇاڻن
جند انهيءَ جسمان - شهنشاهہ شڪور آهيان ....

٢- بلبل ڪارڻ پول هي سارو - "وفي انفسڪم" سمجهہ اشارو
راحم رب رحمان - نسنگ نوري نور آهيان....

٣- علي، احمد، احد هڪوئي - چاڻ جوئي، عاشق سوئي
الله آدم انسان - محبت موج مغفور آهيان ...

٤- علي حيدر ٿي ماڪ منابر - محمد ٿي هت ڪفر ڪنبايم
سارو جڳ جهان - هر هنڌ خود مشهور آهيان ....

٥- نالو خاڪي ظاهر رکائي - چڏيم پنهنجي ذات لڪائي
ساجن سر سبحان - ظاهر ذوق ظهور آهيان ....

(٨٠)

سمجهيم سر سارو آهيان سر سبحاني
بشر بيک بهانو بلت انساني

١ ظاهر ۾ باطن ۾ ظهور و زمانو ڏيئي ڏيهه ڏيکارو تن جسماني
٢ صورت صاف ثابت صفاتي ۽ ذاتي يکا يک يقينا آهيان صمداني
٣ محبت موج گنجي گران گرگباني زير و زبر مان معراجي مناني
٤ وصل مان ويراڳي برهمن بيراڳي ورد مان وظائف ڪلمو قرآني
٥ نوري ۽ خاڪي ۽ آبي ڪل عناصر لقائي بقائي آهيان خود سبلاني ٠

(٨١)

سخي شاهه آبو لعل لکي اچ
جهنگ شهر پيا ٿر وسي

١ دونهان وسائـــل ساوا ٿيڙا
باهه برهه جي تيز دکي - اچ
٢ درد ماريل دل هئي جنهن لئي
جانب آئي ٿي ساته سکي - اچ
٣ رمز رائل جي راحت چاٺان
محبت منڙي موج تکي - اچ
٤ عاشـــق مجنا ٿيڙا ڪيئـــي
چاش چائنٺ جي جن چکي - اچ
٥ خاڪي هردم وچان موتن ڏي
پاڻي ۾ مان ٿي ته پکي - اچ

(٨٢)

سمجهه سيانا سوڊل ساهه
ڪير تو بولي بول ميان

١ وفي انفسكم سمجهه اشارو
پڙ ناهي ڪو پول ميان
٢ الانسان سري وانا سره
قائم قدوسي قول ميان
٣ غير نه جائج پاڪ نون پانج
ڇهه ڇهه ڇيڙا ڇول ميان
٤ آرو اثباتي نفي نظـــارو
ڪر تکيئي جو طول ميان
٥ خاص ڪتو آ خلق ۾ خالق
ڪيچيءَ ڪل ڪهول ميان
٦ نوري ناتو نـــام نظارو
خاڪي گهوران گهول ميان

(۸۳)

سيٺ آهيان مان سيٺ آهيان جمعيت نالي جي پيٺ آهيان

۱ هر هنڌ حاضر چوڏهين طبقين مٿي توڙي مان هيٺ آهيان

۲ ظاهر باطن زينت وارو عالم ساري جي ڏيٺ آهيان

۳ شاهي ڪافي قرب ڪرارو چورن، ساڌن لئي چيٺ آهيان

۴ ماڳ مٿائي منزل هتان خاڪي هالو نيٺ آهيان

(۸۴)

ساري سنسار جو سينگار ٿيو آدم ٿيو آدم ٿيو آدم ٿيو آدم

ڪري بشري ڄانب جنسار ٿيو آدم ٿيو آدم ٿيو آدم ٿيو آدم

۱ احدان احمد ٿيو عابد - وصل جي ويس سان واجد
سورن جي ساٿ سان ساجد - درس ديدار

۲ اصل جو هو هتي اعليٰ - هتي به سو ٿيو بالي - رڪائي راز جا نالا - چمن چوڌار

۳ آدم جي عشق ۾ آيو - مجازي مام ۾ مايو - چاڪي چولو چاهان چايو - ڏيهي ڏاتار

۴ رازق جو راز آ ظاهر - اهو آدم ملڪ ماهر - نزاڪت ناز نيهن ناهر - نسنگ نروار

۵ خيالي ٿي ڏسو خاڪي - اهو هاڪي اهو ساقي - ڏسيو ڏاهو ڪٿي باقي - الک اوطار

(۸۵)

سورن جو سامان سر تي آيو

۱ مالڪ مرڪي موڙي ڪلائي جوش جذب جولان

۲ لائق ناهوس لطف لکيءَ جا برهه اٿو باران

۳ شال ڪندا پوءِ موڙي پنهنجي نام جاچي ته نشان

۴ ڪونهي پؤ ڪو خاڪي هائي مست آهيان مستان

[٨٦]

سوز سڪ جي ساز سان سچ سچائي مان ٻڌيم
خوب خماري جوش جولاني محبت مولائي امان ٻڌيم

١ هوُ جو دل همدم هٿي هر گهڙي هردي اندر
برهه جو بردار باز سوز سوزاني مان ٻڌيم

٢ مست منگهن مينگهه منڊل ابر باران ٿي اڙهم
وادي وحدت وير وهائي ورهه وسائي مان ٻڌم

٣ نينهه نقش نام نظر نور ۾ نروار مان
زيب ظاهر ذوق ظهورو خود خدائي مان ٻڌيم

٤ حاضر ناظر هر به دم چار طرف هر هنڌ
فقر عالم فوجه قالم فيض فنائي مان ٻڌيم

٥ ڪشف قلالي قرب قادر ساڻ ڪماليت خاڪي جاڻ
ظاهر باطن ذوق ذاتي لا لقائي مان ٻڌيم

[٨٧]

شائق آهيان شيطان منهنجو شرارت شان آسارو

١ اول عرش تي هيڙس اعليٰ - صورت سيرت ملڪين بالا - معلم مڙني بره بحالا
عاشق عشق انان - موج محبت منجهه ته قرارو —

٢ ٻهرياءِ الله سان هيڙس جڳني - لاتس عشق ٻٽيءَ لڳني - ڪياءِ ڦڪني ڀجي پوءِ پڳني
ڏاهي صورت انسان - پنهن جو اتهين رکيئين نظارو —

٣ ملڪن حڪم سجودي ڏناءِ - نام آدم ڏر مونکي به چياءِ - دل منهنجيءَ ۾ غرور وڌاءِ
مڃيم نافرمان - لعنت جو سر وسيو وسڪارو —

٤ عشق سهابي منهنجي وڃائي - عرشان فرش ڏڪي ڪيو جائي - " و نفخت فيه من " پوءِ ٿيو راڻي
ٿيو ڳولڻ لئي حيران - تڏهين ڪيئين ايڏو پسارو —

٥ پيو تان ڪجهه بي اڳ ناهيڙو - تڏهين بهشت ۾ ڳولو ٿيڙو - گندم جي ته بهاني پيڙو
خالي ڏسي بوستان - ٻاهر آيو پوءِ چائي مونجهارو —

٦ مونجهه مونجهارو چئو مرض بيماري - و ٻڙهي و يڙس ڳڻتي ڳاري - نڪنس ڦرڙي آيس اندا ري
تڏهين ٿيو ارمان - نڪري ٻاهر ڏنم ڏيڪارو —

٧ ڏسي خاڪي پوءِ ٿيو خوشحالي - نفي اثباتي ٿيو ماضي حالي - چال چلت پوءِ رکي ته نرالي
خانو ڪر بتخان - ڳڏجي وينو ڏني ته اشارو —

[ ٨٨ ]

شاهه درازن وارو ـ شهنشاهه سوڀارو ـ سورج عشق ستارو

١ هنڙي آيو ني وي ميان بشري ٻوتي الا ـ الا ـ چڙهي عرش اوڪارو —
٢ سر تئڙ سيئي ني وي ميان ـ چوٽا ٻولو الا ـ لا ـ الڪ اهو اظهارو —
٣ صورت ساجن ني وي ميان ـ اها ساڳي الا ـ لا ـ ساڳو محب موچارو —
٤ "خلق الاشياءَ ني وي ميان ـ "علي صورته" الا ـ لا ـ سڀ ۾ آهه سچارو —
٥ خاڪي ٻوتو ني وي ميان ـ اٿس ڀانو الا ـ لا ـ سير تي آيو آپارو —

[ ٨٩ ]

واحد ويس وٽايو آ آدم ٿي هت آيو آ
ٻورب پنڌ پڇائي پرتان منزل ماڳ مٽايو آ

١ اڳ ڪٿي نا اظهر هيڙو ـ آدم ٿي ٻوءِ مظهر ٿيڙو
ملڪن تان ٻوءِ سجدو ڪيڙو ـ درسن درس ڏوايو آ

٢ "انا احمد بلا ميمي" ـ عين علي ٿي عليم عليمي
راحم رازق رب رحيمي ـ نام يدالله چايو

٣ "خلق الآدم علي صورته" ـ ميم ڪٿي ٿيو احمد سورت
"سره سري" ٻولي صورت ـ دلبر دم دمايو آ

٤ بسر بيخود وچ ٿي ڦولهيو ـ لوڪ محبت چڙهي ڳولهيو
پاڻ ٻاهر نه پيائيءَ رولهيو ـ رانول روح سمايو آ

٥ ڏسڻ وارو ڪوني ڏسي ـ پاڻ ۾ پاڻ ڪو پيهي پسي
هڪ ٿي هوتن هردم هسي ـ خيال سان خيال ڪپايو آ

٦ ملڪ محبن ماڳ آ منڙو ـ لاحد لاڳهو لاڳ آ منڙو
برهه بقا جياڳ آ منڙو ـ ب،ت خاڪي ڳنوايو

[ ٩٠ ]

واهه خوشيون اڄ يار اڱڻ ٿيون محب هلي اڄ آيو آ
١ ٿيڙي راحت رانجهن آني سيرين ساهه سمايو آ
٢ نوري لاٽان ڪليون چوڌاري ملڪ سارو تجلايو آ
٣ هسان ڪلان چونه سرتن هاني باغ مٺي تهه ٻهاريو آ
٤ پايان گلڙا لايان سيندي لعل حنا رنگ لايو آ
٥ پيالـو پرين ڀـيو ند خاڪي غير لوڏايو آ

( ٩١ )

وهوا عشق بهادر آيو - طاب وڏي طولان سان - طوسان سان

١- اهو عشق امامين آيو - سورن جي سامان سان - طوفان سان.

٢- خوش ٿي چايو مون ٻه سر ٿي - هڪ رهبر سبحان سان - پڳوان سان.

٣- راز ٻوٻي رروشن ٿيڙا - صدق سچي عرفان سان - ترّان سان.

٤- خاڪي خاص لطيفي بنيا - پيد وڏي ته بيان سان - ڏيان سان.

( ٩٢ )

صورت صاف سچاري واري - آدم بيک بحالي - مثل مثالي

١- سري انا سر سبحاني - ڪيفي ڪيف ڪلالي - نينهن نهالي

٢- سڻيفي سڻيفان ساڳي مورت - موج محبت والي - خاص خصالي

٣- نام نالا ڏسي ناز نظارا - خاصان خوب خيالي - قطب ڪمالي

٤- آران الٽي بي اختياريءَ - اظهر ٿيو ته اقبالي - يار نرالي

٥- ٿيو اثباتي خاڪي ذاتي - ٻيچوني ته بقالي - ٿيڙو حالي.

( ٩٣ )

صورت سڀ سبحان - فرض نماز محراب آ منهنجو

١- محويت موج اها ميثاقي - ”ونفخت فيه من روحي“ اوطاقي
ناتو نينهن نيشان - عشق الست عقاب آ منهنجو

٢- محبت منهنجي مجازاامامي - لک لک سجدا، سو سو سلامي
سري سره انسان - ڪونهي گناه، ثواب آ منهنجو

٣- شهنشاه صورت هن پر شيدا - تڏهن عدم کان هت ٿيو پيدا
ذوقان زير ذي شان - جاري جهان جواب آ منهنجو

٤- ملڪن سجدا ڪيا بي صورت کي - ”علي صورته“ جاڻ مورت کي
جسم الله جسمان - نينهن نسنگ نواب آ منهنجو

٥- پرت ۽ پريمي پختو آهيان - قرب مان ڪاهيون اڳتي ڪاهيان
حسن پرستي شان - خاڪي وجود ڪباب آ منهنجو

(٩٤)

صورت واري سانگ ۾ آيس — بيرنگ وارو بيک ڇپائي

١ بوتي وارو ڪر بهاتو — نينهان آيس لڪ لڪائي

٢ قربئون ڪيڙم قاف ڪشالو — چاه بره جو سر تي چائي

٣ ماضيءَ مان ٿي هتڙي حالي — ناظر تيڙم نور رلائي

٤ اوڏيم ويس وريامڻي وحدت — صاف صوفيانو رنگ رچائي

٥ نام خيالي "خاڪي" سڏايم — پيار وچان وچ دم دمائي

(٩٥)

صحبت جي ساءِ صاف صحن ۾ — حاصل ٿيڙو ورق وصال

١ ملي موليٰ سان موج ملهايم — نوڙت نياز سان نمي نهال

٢ محبت جي مئخان مدامي — قدم رسيد ڪئيف ڪلال

٣ سر سموزو صاف سجاتم — محب مدامي مثل مثال

٤ نور نيهي نروار نظر ۾ — نينه نشاني خاڪي خيال

(٩٦)

طبل تماش طولانا - ٿيا جاري ٿيا جاري ٿيا جاري ٿيا جاري

سران سر سوز سولانا - ٿيا جاري ٿيا جاري ٿيا جاري ٿيا جاري

١ وڳا وحدت وره واڄا - بلند باري بره باجا - راحت ۾ رند رهيا راجا
دڦن ڊڦ ڊمدانا - طبل تماس طولانا جاري جاري ٿيا

٢ ڏما ڏم ڏام ڏم ڪارا - گجان گج گاج گجڪارا - گهما گهم گوڙ گسڪارا
بوندان برسر بارانا - طبل تماس طولانا ٿيا جاري ٿيا جاري

٣ بجلن دم بدم چمڪا - لحظي لحظي روشن لمڪا - باراني بره جا چمڪا
ديدن ۾ دور دورا - طبل تماس طولانا ٿيا جاري ٿيا جاري

٤ "خاڪي" خوش خوب خماري - مرسل مام مئواري - سپر دم سر سرداري
ملڪ محمد مولانا - طبل تماس طولانا ٿيا جاري ٿيا جاري.

[ ٩٧ ]

طبل تکہ تیز تاون سان ـ بلي آيو بلي آيو بلي آيو
نرالي نام ناوڻ سان ـ بلي آيو بلي آيو بلي آيو

١ جوڳي ٿي يار جنساري ـ ٿيو آدم اسراري ـ جانب جلوي ـ جتاون سان بلي آيو
٢ برھہ جي بار بنبلن سان ـ ملھاري مينگھہ منبلن سان ـ گاجن گجگو ڏڪاون سان بلي آيو
٣ دميدم دلبرمنصوري ـ چاڙھي سرسانگہ سچ سوري ـ گھورن گھم گھير گھاون سان بلي آيو
٤ جذب جولان جوشن سان ـ بھادر بيکہ پوشن سان قم کا ڏک ڏم ڏکاون سان ـ بلي آيو
٥ منو منبلي ٿيو ساڳي ـ خاکي خوش خاص ٿي ساڳي ـ لکي لعلن لقاون سان ـ بلي آيو

[ ٩٨ ]

قلندري کم کام ـ کل کل اندر کمائي منھنجي

١ـ عشق اجميري منھنجو اکسيري ـ دائم قائم دم دستگيري
شاھي نجفي نام ـ پت متي تہ پلائي منھنجي
٢ـ بيدل ، بيکس مام منصوري ـ سچل سھڻو شاہ حضوري
مدني مام مدام ـ کثرت کربلائي منھنجي
٣ـ موج محبت منھنجي ملتاني ـ مام محکم الدين سيلاني
کلم گويا قتلام ـ سرمد سر سوزائي منھنجي
٤ـ مکہ ، مدينہ خود مختياري ـ نانک نور آھيان نرواري
نيشاپور ۽ نظام ـ تجل طور تجلائي منھنجي
٥ـ گمبٽ ، کوڙا ، راڻيپور راضي ـ جھوکي آھيان دائم درازي
ھر جاءِ آھيان تہ امام ـ فرض نماز بقائي منھنجي
٦ـ مان تون واري ويڙھيم واڙي ـ "سري انا سر" سر سدائي
خاکي ھي خم خام ـ خيال خدا تہ خدائي منھنجي .

( ٩٩ )

مون تہ پنھنجو پاڻ پروڙيو ــ چاھيان ، چاھيان يار ڏسي کو
١ـ الله آدم کان آءٌ اڳ ھيڙس ـ عشق اوقات انھيءَ ۾ اچي کو
٢ـ آھيان ، آھيان ساڳي آھيان ـ مام "موتوا" سان پاڻ مٽي کو
٣ـ صحبت "آونحن" وعدو واحد ـ راز سان رند رام رسي کو
٤ـ منجھہ وجود جي نظر وجھي ميان ـ پرتان پاڻ ، پاڻ پسي کو
٥ـ خاکي خاص خوشان آءٌ ليڙس ـ نيھي نينھان ٿي تہ لچي کو ،

(١٠٠)

مٿي واري ميدان ۾ نعرا هنيم ٻرڪي اچي
آواز "انا الحق" ڏني ميان هونگ ۾ هردم مچي

١- رمز واري راند ڪيڏي راؤ سان ريجهي ويئم
راز ۾ رنڱجي رنگي مان رند ٿي ويئم رچي .

٢- همدم حقيقي حال ۾، هم جنس سان حاصل ٿيم
"هو"ڪي هردي منجهه هٿي قلبان ڪيئم ڪوڙڪچي.

٣- "لولاڪ لما" جو پوش پهري پاڪ مان پهلوان ٿيم
پرت جا پيمان پي پرتان ٿيم پختو پچي .

٤- نانگو نسنگ نرمل ننگي نر ناٿ سان نيهي ٿيم
دلبر درازيءَ سان دنگي ٿيم نينهن ۾ نوري نچي .

٥- خمار خاصي خيال جا خاڪيءَ خيما خود ٿي هنيا
وصل ۾ وٺ نا وجهي هڪ با تڙي ڪيم سچي .

(١٠١)

موالي موج جا والي - اسان آهيون - اسان آهيون
موران ڪنهن جا نه ڪٿ سوالي - اسان آهيون - اسان آهيون

١- ڏڪي درجات جا درجا - ڪنيوسي حال سر حقي
پائي سر لاڳ لاثاني - ٿيا سي محب مثالي

٢- پريمي پاڪ پي پيالو - ٿيا سي پر نشي پرور
جلي جوشي جلالي ٿي - رکيوسي ڏيک جمالي

٣- سراسر صاف ٿي صمد - ڪنيوسي سرسري ڏاجو
پائي سرتاج تولاڪي - بڻياسي خوب بحالي

٤- ساقي سنسار ساري جا - بڻي ٿياسي جو ميخانا
خيالين خاص ٿي خاوند - ٿياسي ڪيف ڪمالي

٥- هٿي حلاج جو هوڪو - ماريوسي نينهن جو نعرو
رهيو نا غير ڪو خاڪي - ٿياسي خيال سان خيالي

